| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | جي تو بيت پانئيان |
| موضوع: | شاھ جي چوند شاعري |
| چوند ڪندڙ : | نورالدين سرڪي |
| ڇاپو پهريون: | مارچ 1999ع |
| ڇاپو ٻيو: | سيپٽمبر 2004ع |
| ڇپائيندڙ: | نئين سنڌ اڪيڊمي ڪراچي |
| ڇاپيندڙ: | پيس ڪمپوزرس روم نمبر 123، بمبئي هوٽل ڪراچي |

مُلهہ =/80 روپيا

هر هنڌ رهندڙ هڪ سنڌيءَ لاءِ
لطيف جي لفظن ۾
پيار پوترتا ۽ پاڻ سڃاڻڻ جو پيغام

# ترتيب

16: سر ليلا چنيسر

17: سرُ مومل راڻو

18: سر مارئي

19: سر ڪاموڏ

20: سر گهاتو

21: سر سورٺ

22: سر ڪيڏارو

23: سر سارنگ

24: سر آسا

25: سر رِپ

26: سر ڪاهوڙي

27: سر بروو سنڌي

28: سر رامڪلي

29: سر پورب

30: سر ڪارايل

31: سر پرڀاتي

32: سر ڏهر

33: سر بلاول

34: شاهه ۽ شاهه جو ڪلام — ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ

35: شاهه جو شعر ۽ شاعري — ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي

36: شاهه جو رسالو — پروفيسر ڪلياڻ بولچند آڏواڻي

37: وچئين دؤر جو آخري وڏو شاعر — ايڇ. ٽي. سورلي

38: شاهه عبداللطيف — ٻلديو تاراچند گاجرا

39: شاهه لطيف جو دؤر — محمد ابراهيم جويو

40: سنڌ جو سينگار لطيف — هري دلگير

# ڪجھ پنھنجي پاران

## (پھريون ڇاپو)

شاھ عبداللطيف ۾ ھڪ وڏي شاعر جون، سڀ صفتون موجود آھن. ھن پنھنجي نياپي کي ڪمال ڪاريگريءَ سان لفظن جو لباس پارايو آھي، اعليٰ مقصد کي عاليشان فن سان سنڌيءَ ۾ آڻي، شاھ لطيف نہ فقط پاڻ کي پر اسان جي ٻوليءَ کي بہ ھميشہ لاءِ جياري ڇڏيو آھي. شاھ جي شاعريءَ کي وري وري پڙھڻ سان نوان نوان نقطا نروار ٿين ٿا.

سنڌي ٻوليءَ جي ھڪ خوبي اھا بہ آھي تہ شھرن جي پيٽ ۾ ٻھراڙين ۾ رھندڙ ماڻھو وڌيڪ سولي سنئين ۽ سُپڪ ٻولي ڳالھائين ٿا ۽ اھو ئي سبب آھي جو اڻ پڙھيل ڳوٺاڻا شاھ جي شاعريءَ سان اسان شھري ماڻھن کان وڌيڪ شوق رکن ٿا.

ارنيسٽ ٽرمپ کان وٺي، اين ميري شمل تائين ، ليلا رام وطڻ مل کان وٺي محمد ابراھيم جوئي تائين جنھن بہ عالم شاھ جي شاعريءَ جو اڀياس ڪيو آھي، تنھن جو اھو ئي چوڻ آھي تہ لطيف جو مٽ ڪونھي. اسان کي کپي تہ شاھ جي شاعريءَ جو اڃا بہ وڌيڪ گھرو مطالعو ڪريون، نہ فقط نظرياتي طور لطيف جي پيغام کي پرکيون ۽ معنيٰ جا موتي ڳولھي

لهون، پر فني لحاظ کان به شاعراڻي سونهن ۽ سينگار جي جاچ
ڪريون.

ضرورت ان ڳالهه جِي آهي ته شاهه جي وقت جي ملڪي
حالتن، سماجي لاڳاپن ۽ تاريخي گهرجن کي خيال ۾ رکي شاهه جي
شاعريءَ جي ڇنڊ ڇاڻ، تنقيد سائنسي اصولن مطابق ڪريون.

اڄ جڏهن اسان ٽئين هزار سال جي دؤر Third
(Millennium ۾ داخل ٿيڻ وارا آهيون ۽ چوڌاري نظر ڦيرائي
ڏيهي پرڏيهي حالتن کي ڏسون ٿا ته اسان پاڻ کي هڪ وڏي
جنجال ۽ مونجهاري ۾ ڦاٿل محسوس ڪريون ٿا. انهيءَ لحاظ
کان، منهنجي خيال ۾ پيار، پؤترتائي ۽ پاڻ سڃاڻڻ وارو شاهه
عبداللطيف ڀٽائيءَ جو پيغام اڄ جي وڏي ضرورت آهي.

اچو ته شاهه جي فڪر کي سمجهون، شاهه جي پيغام
کي پروڙيون ۽ شاهه جي شعر سان دل ۽ دماغ کي روشن
ڪريون.

**نورالدين سرڪي**

ڪراچي

16-3-1999

**جي ٽو بيت ڀانئيا** ——————

# ذات وڏي شيءِ آ

شاعر دراصل وقت جا آهن ئي ڪين، ۽ نہ وري ڪنهن بہ خاص ملڪ جا پيغام آڻيندڙ آهن. شاعر، وقت جي وڇئين ڀني تي ٻيهي ماضي ۽ حال، ايندڙ تورڙي ابدي اوقات۔ جو احوال اشارن ۾ ڏيندا رهن ٿا. اسان عام ماڻهن وانگر نہ، جيڪي ڪائي ٻي، دنيا جو وهنوار هلائي، مڙئي وقت گذاريندا رهن ٿا. انهن اسان جهڙن عام ماڻهن کان الڳ هڪڙا خاص بندا ٿين ٿا، جي هر وقت، ڇڻ تہ ڪنهن وڃايل وٿ کي ڳوليندا رهن ٿا. ڇون ٿا تہ انهن بندن کي ڪا ازلي اڃ آهي جو سچ ۾ رچ ۾ ووڙيندا وتن ٿا، ڪجهہ هٿ ڪرڻ چاهين ٿا، انهيءَ سٽ ۾ شاعر، فيلسوف ۽ سائنسدان اچي وڃن ٿا. انسان ذات جا اهي گهڻگهرا سڌائين، سچ ۽ سونهن جي تلاش ۾ رهيا آهن، امن ۽ انصاف لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهيا آهن ۽ اونداهہ انڌوڪار ۾ اسان عامن لاءِ روشنيءَ جا منارا بڻجي بيٺا آهن. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ تاريخ جي ڪنهن خاص موڙ تي ڪانہ ڪا قداور هستي پنهنجي ذات ۽ ڏاهپ سان ڏکويل ڏوتين جي سارسنڀال لهي ٿي.

اسان جو شاهہ عبداللطيف، سنڌڙيءَ جو لال لطيف پڻ هڪ اهڙوئي سرتاج شاعر آهي، جيڪو صدين کان اسان سنڌين کي سچ ۽ سونهن جي سکيا، امن ۽ انصاف جو پيغام، نينهن جو نياپو ۽ سوچ لوچ جي دعوت ڏيندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

شاهہ جي شاعريءَ ۾ اهي سڀ خوبيون ۽ خاصيتون آهن، جي ڪنهن بہ وڏي درجي واري شاعريءَ ۾ هجڻ گهرجن،

---

جي تو بيت پانئيا

جيئن تہ ڳائي سگھڻ جي سهوليت، بنا هيڪ پڙهي ۽ جهونگاري سگھڻ جي صفت، دل اندر پيهي وڃڻ واري وائي، ڏک سک ۾ پاڻ سنڀالڻ جي سگھہ. ذات پات کان مٿي ٿي خلق جي خدمت ۽ ميٺ محبت، نهٺائي ۽ نماڻائيءَ سان زندگي گذارڻ جو سبق وغيره.

هونءَ تہ جڏهن کان شاهہ لطيف شاعري پئي ڪئي تڏهن کان ئي سنڌ ۽ پرپاسي وارن علائقن ۾ سندس سڃاڻپ ۽ مڃتا رهي آهي، پر گذريل اٽڪل ڏيڍ سئو سالن ۾ شاهہ لطيف ۽ سندس شاعريءَ تي ڏيهي پرڏيهي عالمن جيڪا تحقيق ڪئي آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ شاهہ لطيف سرتاج شاعر آهي ۽ دنيا جي شاعريءَ ۾ سندس شاعري مٿاهين حيثيت رکي ٿي.

ان ڳالهہ تي تہ سڀ عالم ۽ محقق يڪراءِ آهن تہ شاهہ لطيف سان، قرآن شريف، مولانا روميءَ جي مثنوي ۽ شاهہ ڪريم جو رسالو گھڻو ڪري ساڻ هوندا هئا. رسالي جي مطالعي مان بہ چڱيءَ پر پروڙ پوي ٿي تہ انهن ٽن اعليٰ درجي جي علمي ڪتابن جو شاهہ صاحب جي سوچ ۽ سمجھہ تي گھرو اثر ٿيو آهي. قرآن شريف جي آيتن کي تہ عربيءَ ۾ ئي عام جام بيان ڪيو اٿس، باقي مولانا روميءَ جي شعرن کي اهڙيءَ تہ خوبصورتي ۽ ڪمال فن سان سنڌي لباس پهرايو اٿائين جو گمان ئي نٿو ٿئي تہ ڪو فارسي شعر جو اُلٿو آهي. ڪٿي ڪٿي تہ ايئن پيو معلوم ٿئي تہ فني لحاظ کان استاد کان بہ ٻہ وکون اڳتي آهي.

شاهہ جو مشهور بيت آهي:

مون کي مون پرينِ، ٻڌي وڌو ٻارِ ۾،
ايا ايئن چون، متان پاند پسائيين.

مولانا رومي چوي ٿو:

درميان قعر دريا تخت بستہ کرده ئي،
باز مي گوئي، کہ دامن تر مَ کن، هوشيار باش!

ٻئي پاسي وري قرآن شريف جي آيتن کي اهڙي نموني بيان ڪيو اٿس جو هڪ ئي بيت ۾ جيڪڏهن پهرين سٽ عربيءَ ۾ آهي تہ ٻيءَ سٽ ۾ وري ان جو مطلب بنهہ سولي ۽ سپڪ سنڌيءَ ۾ ڏنو اٿائين جو اٿپڙهيل ڳوناٺي کي بہ ڪنهن ملي مولويءَ جي لوڙ نہ پوندي. مثال طور:

تو جنين جي تات، تن پڻ آهي تنهن جي،
فذڪروني اذڪرڪم ايءَ پروڙج بات،
هٿ ڪاتي ڳڙ وات، پيچ پوءِ پريتڻو.

يا:

هوت تنهن جي هنج ۾، پڇين ڪوهہ پريان،
وَنحن اقربُ اِليہِ مِنَ حبَلُ الورِيُد، تنهن جو توهين ساڻ،
پنهنجو آهي پاڻ، آڌو عجيبن جي.

اهڙا ڪيترائي مثال شاهہ جي رسالي ۾ ملندا، تڏهن تہ پاڻ ئي چيو اٿس:

جي تو بيتَ ڀانئيا،* سي آيتون آهين،
نيو من لائين، پريان سنڌي پار ڏي.

---

جي تو بيت ڀانئيا

مولانا روميءَ جي مثنويءَ بابت مولانا جاميءَ به اهڙي ئي ڳالهه ڄٽي آهي:

مثنوي و معنوي و مولوي،
هست قرآن، در زبانِ پهلوي.

ٻي خاص خوبي جا پڻ وڏي شاعر ۾ گهٽ ڪري ملندي آهي سا آهي ڪنهن به هڪ سٽ ۾ سڄي بيت جو مطلب سمجهائڻ،مثال طور:

حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻيءَ مَ پُلَ.

...

جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون.

...

انڌا اونڌا ويچ، ڪل ڪڄاڙيا ڪائيين.

...

سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو.

...

ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن کي.

...

ڪاتيءَ ڪونهي ڏوهه، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾.

...

عاشق زهر پياڪ، وِهه ڏسي وهسن گهڻو.

...

هي هڏو ۽ چم، پڪ پريان جي نہ پڙي.

اسان عبادت، نظر ناز پرينِ جو.

...

پريان سندي پار جي، مڙيئي مٺائي.

...

عاشق اجل سامهان، اوڇي ڳاٽ اچن.

...

وٺان واڍوڙين، رهي اڃجي راتڙي.

...

سڄڻ جي سارين، سي نڪي رونِ نہ چونِ ڪي.

...

ڪانہ گهرجي مون، حياتي هوتن ري.

...

الا! ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن.

...

ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري.

...

تتيءَ تڏيءَ ڪاهِ، ڪانهي ويل وهڻ جي.

...

پاڙي ناهہ پروڙ، تہ ڪا رات رنجائي گذري.

جي تو بيت پاڻيا ———————

ڏکي توءِ ڏکار، توڻي وسن مينهڙا.

...

اڃو سورن واريون، ڪريون سور پچار.

...

محبتي ميڙي، ڳوڻ ڀڄي هيڪڙو.

...

ان قسم جون سوين سون ورنيون سٽون آهن، جي اسان کي رسالي جي هر سُر ۾ ملنديون. شاهه جي شاعريءَ تي جيڪڏهن گهري نظر وجهبي ته پيون به گهڻيون ئي سٺايون نظر ايندڀون ۽ علم ادب سان چاهه رکندڙ شخص کي وري وري پڙهڻ سان نت نئون لطف، ذهن ۽ ضمير کي تازگي ۽ توانائي ملندي. حقيقت ۾ سنڌ جو هيءُ سدا حيات، قومي عوامي شاعر اڃان به وڌيڪ قدر جو حقدار آهي. اسان کي کپي ته شاهه جي پيغام کي گهر گهر پهچايون، دنيا جي زنده ٻولين ۾ رسالي جا ترجما ڪريون ۽ شاهه جي بيتن کي هيٺين ساڻ هنڌايون.

شيخ اياز سچ چيو آهي ته: "سنڌي شاعريءَ مان جيڪڏهن شاهه جي رسالي کي ڪڍي ڇڏجي ته اسان وٽ باقي ڪنهن غريب ڳوٺاڻي واٿهڙو جي هٽ ۾ پيل به چار معمولي شيون ملنديون."

شاهه جي شاعريءَ بابت ايئن به چئي سگهجي ٿو:

"ٻڙ جي ڇانوَ اڳي ڪان گهاٽي" يا جيئن امير خسرو رسول ڪريم جي تعريف ڪندي چيو آهي ته:

**جي تو بيت پانئيا** ———

آنچہ همہ خوبان دارند، تو تنها داري.

(سڀني سهڻن ۾ جيڪي خوبيون آهن، اهي سڀ تو هڪڙي ۾ موجود آهن.)

ڀٽائيءَ گهوٽ شاهه عبداللطيف جي شاعري ۾ پڻ اهي سڀ سٺايون موجود آهن، جيڪي سڀني اعليٰ درجي جي شاعرن ۾ ملي سگهن ٿيون.

**نورالدين سرڪي**

ڪراچي

15 مارچ 2003ع

# سُر ڪَلياڻُ

اَول اَللهُ عَليمُ ، اعليٰ، عالمَ جو ڌڻي،
قادرُ پنهنجي قدرتَ سين، قائمُ آهه قديمُ،
والي واحِدُ، وَحدَهٗ، رازق رَبُ رَحيمُ،
سو ساراهِ سچو ڌڻي، چَئي حَمدُ حَڪيمُ،
ڪَري پاڻ ڪَريمُ، جوڙوڻ جوڙ جهان جي.

وَحدَهٗ جي وَڍيا، ڪيا اِلاالله اَڌَ،
سي ڌڙ پسي سڌ، ڪنهن آياڳيءَ نه ٿئي.

وَحدَهٗ لا شريڪ لَہٗ، اِيءُ هيڪڙائيءَ حَقُ،
پيائيءَ ڪي پڪُ، جن وڌو سي وِرِسيا.

عاشق چوءُ مَ اَنَ کي، مَ کي چوءُ معشوق،
خالق چوءُ مَ خامَ تون، مَ کي چوءُ مخلوق،
سَلج تَنهين سُلوڪ، جو نا ِقصئان ِنڱيو.

جي تو بيت پائيا ____________

وحدتـان كثـرت تـي، كثـرت وحـدت ڪُـل،
حـق حقيقـي هيكـڙو، ٻولـي ٻـي مَ ٻُـل،
ھُـو ھُـلا چـو ھُـل، ٻـاالله سـندو سـڄڻين.

پـاڙهئيـن جَـلَ جَلالہٗ، پـاڙهيئـن جـانِ جمـالَ،
پاڙهئين صورت پرينءَ جي، پاڙهيئن حسن ڪَمالُ،
پـاڙهئيـن پيـر مُريـد ٿئـي، پـاڙهئين پـاڻَ خيـالُ،
سـڀ سـيوئي حـالُ، منجهـان ئـي معلـوم ٿئـي.

پـاڙهئين پسـي پـاڻ ڪـي، پـاڙهين محبـوب،
پـاڙهين خلقـي خـوب، پـاڙهين طـالب تـن جـو.

سـو ھِـيُ سـو ھُـو، سـو اَجـلُ سـو اَللهُ،
سـو پِريـن سـو پسـاھ، سـو ويـري سـو واَهـرُو.

پـڙاڏو سـو سَـــڏُ، ور وائـــيءَ جـو جـي لَهيـــنِ،
کُهڻــا اَکهيــنِ گــڏ، پــر ٻُـــڌڻ ۾ بـــہ تيـــا،

—

ايـــڪ قـصرُ دَرَ لکَ، ڪوڙيـــن ڪَٽــسِ ڪِڙڪيـــون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهـون.

—

ڪوڙئيـن ڪايائون تُنهنجيـون ، لِکـن لکَ هـزارَ،
جيءُ سـپ ڪنهـن جيءَ سـين ، دَرشـن ڏاروئن ڏارَ،
پـرَيم! تُنهنجا پارَ ، ڪهڙا چئـي ڪيئـن چـوان.

اَنــڌا اوُنــڌا ويــجَ ! ڪــلَ ڪجاڙيــا ڪــانئينِ ؟
اسـان ڏُکــي ڏيــلَ ۾، تـــون پيـــارئين پيـــجَ !
سُـــوري جنيـــن ســـيجَ ، مـــرڻ تـــن مُشـــاهدو.

—

سُـــوريءَ ســڏ تيـــو ، ڪـــا هلنـــدي جيـــڏيون؟
وجـــڻ تِـــن پيـــو ، نـــالو نينهـــنَ ڳنهـــنِ جـــي.

سُوري سڌَ ڪري ، اُيي عاشقن ڪي،
جي اٿيئي سَڌَ سِڪڻ جي، تہ ڪوڙ مَ پير پري،
سِسي ڌار ڌَري ، پڇ پسوءِ پريتڻو.

سُوري آهہ سينگارُ ، اڳهين عاشقن جو،
مُڙڻ موٽڻ ميهڻو ، تيا نظاري نروار،
ڪُسڻ جو قرارُ ، اصل عاشقن ڪي.

جي تون سِڪڻ سکيو ، تہ ڪاتي پَئي مَ ڪنجهہُ،
سُپيريان جي سورَ جو ، ماٺهن ڏجي نہ مَنجهہُ،
اندر ايُ اُهنجُ، سانديج سُڪائون ڪري.

جان وڍيو تان ويهہُ ، نہ تہ وٺيو واٽ وَڃُ تون،
هِي تتين جو ڏيهہُ ، ڪاتي جنين هٿ ۾،

جي تو بيت پاڻيا

اڳيان آڏنِ وَٽ ، پوَين سِرَ سنباهيا،
ڪاٽ تہ پوين قبولَ ۾ ، مَچڻ پائين گهٽ،
متا مُهاين جا ، پيا نہ ڏسين پَٽ؟
ڪالڪي هَٽ ، ڪُسڻ جو ڪوپُ وهي.

جي اتيئي سَڌَ سرڪ جي، تہ وڃُ ڪالڪي هَٽ،
لاهي رڪُ لطيف چئي، متو ماڻيءَ وَٽ،
سِرُ ڏيئي ۾ سَٽ، پيئج ڪي پياليون.

ناٽي ناهہ ڪکوهہ، ڪي ملهہ مهانگو مَندُ،
سنباهج سيد چئي، ڪاٺڻ ڪارڻ ڪَندُ،
هِي تنينَ جو هندُ، مُٺن پاسِ مَرنِ جي.

(١) عاشق زهر پياڪَ، وِهہ ڏسي وِهسنِ گهڻو،
ڪَڙي ۽ قاتلَ جا، هميش هيراڪَ،
لڳين لنوَ لطيف چئي، فنا ڪيا فراقَ،
توڙي چڪنِ چاڪَ، تہ بہ آهہ نہ سلن عامَ سان.

---
جي تو بيت پاڻيا

سَــڏڙِيــا شَــراب جـــون، ڪَهــڙَ پچـــارون ڪَـــنِ؟
جُــڏ ڪــاتَ ڪلالــنِ ڪـيـا، تــڏ موتيــو پــوءِ وجــنِ،
پِڪـــونَ ســـي پِيـــنِ، سِـــرَ جنيـــنِ جِـــا سَـــٽِ ۾.

اصــــل عاشـــقن جـــو، سِـــرُ نـــہ ســـانيڻ ڪـــمُ،
سَـــوَ سِســـنڻان آڳـــرو، سَـــندو دوســـان دمُ،
هِـــيُ هـــڏو ءِ چـــمُ، پِـــڪَ پِريـــانِ جـــي نـــہ پَـــڙي.

مُلهـــہ مَهـــانگو قطـــرو، ســـڪڻُ شَـــهادت،
اســـانِ عبـــادتَ، نَظـــر نـــازُ پِـــرِيَـــن جـــو.

رَڳــون تيــون رَبــابُ، وَڄــن ويــلَ ســيَ ڪنهيــن،
لُـــڇڻَ ڪِڇـــڻَ نـــہ تِيـــو، جـــانبُ ري جَبـــابُ،
ســوئي سَــنڌيندُمِ سُــپرِين، ڪَــيس جنهــن ڪَبــابُ،
ســوئي عيــنُ عــذابُ، ســوئي راحــت روح جـــي.

جي تو بيت پانئيا ________________

سِڪين ڪُوهہ سَلامَ ڪي، ڪَرين ڪُوهہ نہ سَلامَ؟
پيا دَرَ تن حرامُ، اِي دَرَ جنين ديکيو.

پِريان سَندي پارَ جي، مٽِيئي مِٺائي،
ڪانهي ڪَڙائي، چکيسِ جي چيتُ ڪري.

تو جنين جي تات، تن پڻ آهي تنهنجي،
"فَاذڪروني واذڪر ڪم"، اِيءَ پُروڙج بات،
هَتِ ڪاتي ڳَڙُواتِ، پُڇڻُ پَرِ پِرينءَ جي.

حَبيبنِ هيڪارَ، مَنجهانِ مهرَ سڏُ ڪيو،
سو مُون سپ ڄمارَ، اورڻ اُهو ئي ٿيو.

پابوهيو پُڇنِ، ڪِتي هَتُ حبيبَ جو؟
نيزي هيٺان نِينهنَ جي، پاسي پاڻُ نہ ڪَنِ،
عاشقَ اَجلَ سامُهان، اوچي ڳاتِ اَچنِ،
ڪُسڻُ قُربُ جَنِ، مَرڻُ تنِ مُشاهِدو.

**جي تو بيت پاڻيا**

# سر يمن ڪلياڻ

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دردَ جي دَوا،
جانِبَ! منهنجي جيءَ ۾، آزارَ جا اَنواع،
صاحبَ! ڏيج شِفا، ميان! مريضنِ کي.

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دَردَ جو دارُون،
دَوا آهين دل کي، تنهنجون تَنوارُون،
ڪريان تي ڪارُون، جئن ٻُڪي ٻينئون نہ ٿئي،

ڄت حبيبَ هَٽنِ، نائڪَ ٻَري نينهن جي،
تِتي طبيبنِ، وِڃا وڃي وِسري.

ڪانارِيا ڪٽڪن، جنين لوهہ لڳنِ ۾،
محبتَ جي ميدانَ ۾، پيا لالَ لڄنِ،
پاڻهئين ٻَڌن پَٽيونُ، پاڻهئين چِڪيا ڪنِ،
وَٽان وادِوڙِين، رهي اَڄجي راتڙي.

سَگھنِ سُڌ نہ سُورَ جي، گھاَيلَ ڪيئن گھارِينِ؟
پيــلَ پاســو پَــتَ تــان، واڍوڙَ نـــہ وارِيــنِ،
پَـر ۾ پَچـن پريـنءَ لـءِ، هَئـي! هنجـون هـارِيـنِ،
سَـڄڻُ جـي سـارِيـنِ، تَــن رويـو وِهـامي راتــڙي.

تُــنَ طَبيـب نـہ تـوَن، سُــڌ نــہ لهيـن سُـور جـي،
ســانِدِ پنهنجــا ڏَيــڙا، ڪــڏ ڪٺـــي ۾ پـــوُن،
ڪــانَ گهرجــي مُـــون، حيــاتي هـــوَتــنِ ري.

پــاڙي ويــجَ هُئـامِ، تــان مــون مــور نـــہ پڇيــا،
تيلاهيـــــن پيـــــامِ، موريســـــر اکيـــــن ۾.

وَڏي ڄَــن وِڏيــاسِ ، وَري وَيــجَ ٿــي سـي تيــا،
تُـــرتُ ٻڌائــوُن پَٿيـــوُن، روزِ ڪيـــائوُن راسِ،
هِينئڙا! تنيـنِ پـاسِ، گھـارِ تـہ گھاَيـلُ نـہ ٿئيـن.

جي تو بيت پانئيا ____________

وِيـــجَ ! مَ بُڪـــي ڏي! الا چڱـــي مَ ٿيـــان!
سَــڄڻَ مــانَ اَڃــي، ڪَــرَ لاهــوُ ٿــي ڪــڍهيــنِ.

ڪُنيــسِ ڪ وِيڄــنِ، تــنَ طبيــبَ نـــ ڳـــڏيا،
ڏيئــي ڏنـــ ڏڏنِ، پاڻــان ڏيــلُ ڏڪـــوئيـــو.

اَڱهــنِ مِــڙي اَڄُ، ڪيــو سَــڏُ صِحــتَ ڪــي،
ڏور، ڏڪنـــدا! يَـــجُ، مِهــريءَ مُنهـــن ڏيڪـــاريو.

پُـــجُ پَتنـــگنِ ڪــي، سِـــنديون ڪامـــڻَ خبـــرُون،
آٽِيـــو وِجهـــنِ آڳِ ۾، جِـــيءُ پنهنجـــو جـــي،
جيــري جنيـــن جـــي، لڳـــا نيـــزا نِينهـــنَ جـــا!

پَتنــگُ چـاڻيـن پـاڻَ ڪــي، تــ اَڃــي آڳِ اُجهــاءِ!
پَچــڻَ گهڻــا پَچـائيـا، تــون پَچــڻَ ڪــي پَچــاءِ!
واقـــف ٿـي وِســاءِ، آڳِ نـــ ڏِجــي عــامَ ڪــي.

جي تو بيت پاڻئيا ________________

پتنگن پَهرُ ڪيو ، مڙيا مِٺي مَنج،
پَسي لهسَ نہ لڇيا ، سَڙيا مَٺي سَيج،
سَندا ڳِچين ڳيجَ ، ويچارن وڃائِيا،

چَڙهيو چَڪاسنِ چاءِ ، آڳ پرندي آئيا،
وِهسن واڙيءَ قُل جئن ، محبتي مچ لاءِ،
آڻي پاڻُ آڙاءِ، ڪُٺي ڪُوري وچ ۾.

سَرها ڏنم سي، ساڃاهہ جن سِراڻ سين،
تيغ تنين جي ڪي؛ ڪَٽ نہ لڳي ڪڏهين .

آڻي اُتر واءِ، مِوڪي مَٽَ اُپٽيا،
مَتارا تنهين ساءِ، اَچن سِرَ سَنباهيو،

وجهجِ واٽاڙُئن تي، ميخاني جي ماڪَ،
تيندي سُڌ سيڪنهين، هنڌ هنڌ پوندي هاڪَ،
پِرهہ جا پياڪَ، جُهہ سي اڳڙِ آئيا،

جي تو بيت پاڻيا

موڪـي چوڪـي نـ ٿئـي، اصـل اوڇـي ذات،
وَٺيـون ڏيئـي راتِ، مَتـارا تنهـن ماريـا.

مَتـارا مـري ويـا، موڪـي! تـون پـي مَـرُ
تنهنجـو ڏوسُ ڏمـرُ، ڪونـ سـهندو انِ ريءَ!

سَري ڪينِ ڪيونِ، ويـڙَ موڪـيءَ جـي ماريـا!
ڪـو جـو سـخن ڪـلال جـو، پِتـي تسي پيـونِ!
تِهـان پـوءِ ٿيـونِ، مـرڻ متـارنِ ڪـي!

ڏِنـي ڏکويـا، آڻ ڏنـي راضـي ٿيـا،
صوفي ٿئن ٿيا، جيئن ڪين ڪنيائون پاڻ سين.

صوفـي لاڪوفـي، ڪونـ پـانئينس ڪيـر،
منجهان ٿـي منجهـ وڙهـي، پـڌر نـاهيس پيـرُ
جنيـن سـاڻس ويـر، ٿئـي تنيـن جـو واهـرُو.

جي تو بيت پانٿيا ________________

صوفيءَ صاف ڪيو ، ڏوئي ورق وُجودَ جو،
تهان پوءِ تيو، جيئري پسڻ پريڻءَ جو.

عالمِ آئون ساڻ ، پريو تو پيسرَ ڪري،
پاڻ نہ آهي چاڻ ، مانڊي منڊ پڪيڙيو.

طالبَ ڪٽرَ سونهن سَرُ ، ايءَ روميءَ جي رهاڻ،
پهرين وڃائڻ پاڻ ، پوءِ پسن پريڻءَ کي.

جن کي دَورُ دَردَ جو ، سبق سُورَ پڙهن،
فڪر قرهي هت ۾ مانا مطالع ڪن،
پنو سو پڙهن ، جنهن ۾ پسن پريڻءَ کي.

عاشق عزازيل، پيا مِڙئي سڏڙيا،
منجهان سِڪ سَبيلَ لعنتي لال تينو.

پَڙهيو تا پڙهنِ ، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاڻان ڏوهه چڙهنِ ، جئن ورَق ورائين وترا.

اکر پڙهه الف جو، ٻيا ورَقَ سڀ وسار،
اَندرُ تون اُجار، پنا پڙهندي ڪيترا.

جئن جئن وَرَقَ ورائين، تئن تئن ڏنو ڏوههُ،
تنهن کهٽيءَ ڪيو ڪوهُ؟ جي رهٽيءَ رهيو نه سُپرين.

ڪاتبَ! لِکن جئن، لايو لامُ الف سين،
آسان سڄڻُ تئن، رهيو آهي روح ۾.

تهڙا چاليها نه چاليهه، جهڙو پسڻ پرينءَ جو،
ڪهڙي ڪاتبَ! ڪرئين، متي پنن پيهه،
جي ورقَ وراڻن ويهه، ته اکر اهنو ئي هيڪڙو.

جيٓ هو پائين ڪان ڪمان ۾ ، ته سينو سپر رکَ،
منهن ۾ معشوقن جا ، چاڪَ چڱا چڪُ،
سوريءَ پانءِ م شڪُ، عاشق تي تہ ابهين.

پائيٓ ڪانُ ڪمانَ ۾ ، ميان! مارءِ مون،
مون ۾ آهين تون ، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

محبت جي ميدان ۾ ، اچي پير پيان ،
سر وڍڻ ، ڌڙ ڌار ڌرڻ ، ايءُ سينگار سندان،
ڏيندا مون ڏنان ، متا محبوبن لئي.

محبت جي ميدان ۾ ، ڪر پُڙاڏو پٽ،
سرُ سوريءَ، ڌڙ ڪنگرين ، متان ڪچين ڪٽ!،
عشق نانگ نپٽ ، خبر ڪاڏن ڪي پوي.

عشق نہ آهي راند، تہ کي َكنس ڳيروُ،
جِيءَ ُجسي ۾ جانِ جي ، پجي جو هيڪاندِ،
سِسي نيزي پاندِ ، اُجل تہ اڏ تئي.

اَجا تو منجهاءَ ، ڪَڪَ پڄتي رَتُ نڪري،
منهن ۾ محبوبن جا ، ڪيئَن جهليندين گهاءَ؟
سو تون ڪِجاڙياءَ ، سِڪَڙَ جون سَڏوَن ڪرين؟

عاشقَ! معشوق جي ، وٺي ويهہ ُڳَرِي،
جِمَ وِرچي ڇڏئين ، سندي دوست دِري!
ڏيندا ٻکي ٻاجهہ جي ، ويندءِ ٿپ ٿري،
اسان تان نہ سري ، تو ڪئن سري سپرين؟

سورُ جِنين کي سَريو ، سَرِي تن صحتَ،
مِني مصيبت ، آهي عاشقِ کي.

چـِـنـَــــنِ تــون مَ چـِــن، پــاءِ اُميــري اُنِ ســين،
جي هو اَوِکَڙ کـَنـِئي آسونهِـين ! تـہ تون ڳـُـڻان ٿي ڳِڻَ،
پانڌُ جهليو تـون پـِڻُ ، هـن سـُونهاري سَـــڳَ ۾.

نـَمــي کــَـــمي نهـــار تـــون، ڏمـــرُ وڏو ڏک،
منجهان صبرَ ســُکُ، جـي سنوارئا! سمجهيـن.

هـُــو چَونـــي تـــون مَ چـــوءُ، واتــــان وَرائـــي،
اَڳ اَڳرائـــي جـــو کـــري، خطـــا ســـو کـــائي،
پـانڌَ ۾ پـائي، ويـو کـِـيني وارو کـِين کِـي.

آڻ چونـــدن مَ چـــوءُ، چونـــدن چيـــو وســـــار،
اَنـئـــي پهـــرَ اَدب ســين، پـــَــر اِهـــائي پــارِ،
پــايو مـُــنهن مــُونن ۾، غـــُــربت ســاڻ گــذار،
مـُفتي منجهـِ وهارِ، تہ قاضيءَ کاڻيـارو نـہ ٿئيـن.

35

وينـــــي جنيــــن وَتِ، ڏکنــــدو ڏاڍو ٿئـــــي،
سا مجلس ئي مــتِ، جي حاصل هوءِ هزار جو.

وينــــي جنيــــن وتِ، ڏکنــــدو ڏور ٿئـــــي،
تــون تنيــن ســين کـــتِ، اوڏا آڏي پکــڙا.

# سُر کنڀات

پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي، پَلاٽيءَ جا پيرَ،
اڱڻ اُڪنڊين جي، ڏي پابوهي پيرَ،
قَمَرُ پاڙي ڪَيرَ، شمسُ سُپرينِ سين؟

رات سَهائيِ، پوَنُ سَنئين، پنٿين وڏو پَندُ،
هلندي حَبيبن ڏي، ڪَرَها! موڙِ مَ ڪَندُ،
بَندَڻ سوئي بَندُ، جو پهچائي پرينِ ڪي.

اڄ پڻ اَچائي، چوڏهينءَ ماهَ چَندَ جي،
مون گهَرِ مون پرينِ، اَچڻ جي وائي،
مون گهَرِ واڌائي، پيئي ڪامَ ڪَرَنِ ۾.

چوڏهينءَ چَندَ! تون اُڀرين، سَهسين ڪرين سينگارَ،
پلَڪَ پِريان جي نہ پَڙين، جي حيلَ ڪرين هزارَ،
جهڙو تون سَڀَ ڄمارَ، تهڙو دَمُ دوست جو.

چَنڊَ! تنهنجي ذاتِ، پاڙيان نہ پرينِ سين،
تون اَچو منجهہ راتِ، سڄڻ نتُ سوجهرا.

چَنڊَ! چوانءِ حَقُ، جي وڙهين جي ورجين،
ٻہ اکيون ٽيون نَڪُ، تون نانهہ پرينِ جهو.

(١٨)

ڪٽي نيڻَ خمارَ مان، جان ڪيائون نازُ نَظرُ،
سُورجَ شاخُون جَهڪيون، ڪُوماڻو قَمَرُ،
تارا ڪَتيُون تائب ٿيا، ديکيندي دليَرُ،
جَهڪو ٿيو جَوهَرُ، جانب جي جمال سين.

هنَ تاري، هنَ هَنڌِ، هُتِ منهنجا سُپرين،
سَڄَڻَ ماڪيءَ مَنڌِ، ڪَڙا ٿين نہ ڪڏهين.

ناسِيندي نهارَ، پهرين ڪجِ پرينِ ڏي،
آئون جي ڏئين سنيهڙا، چئج چَنَڊَ! اُپارَ،
ساجَنَ! سَيَ چَمارَ، اکيُون اوهان جي آسري.

چگا چَنَدَ! چئيج ، سَنيها ڪي سڄڻين،
متان اگڻ ايري ، پرينِ جي پئيج،
جهيڻو ڳالهائيجِ ، پيرين وجهي هٿڙا.

ڪَرَها! ڪَسَرَ ڇڏ ، وِڪَ وڌندي پاءِ،
منهنجو هلڻ انهين ، جتي جانِبَ جاءِ،
توڪي چَندَنُ چارِيان ، پيو وَڳَهُ لاٿي ڪاءِ،
اِئين اٺَا اٺاءِ ، جيئن هونديءَ رات هُتِ مِڙون.

ڳلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتي مَنجهہ مَهارَ،
چانگا! چَندَنُ چارينءِ ، اَنَئي پَهرَ اَپارَ،
سَنديءَ پِيءَ پَچَارَ ، جي مون رات رسائيين.

نَوَ نيَرَ پائي ، جان مون هِنئڙو جهليو،
وِيڙو چِنائي ، پوئينءَ رات پِرينِ ڏي.

لکِ لاکيٽـو کـَـرَهـو، کوڙيــن ڏيئــي ڳــڏومِ،
اکينِ سـسُـونهن ٿيـومِ، مــُـلهہ مهـانگو مَ چئـو.

# سُر سريراڳ

مانَ پُڇنئي سپرين، ڇِتَ رکج چيتُ،
سِڙهُ ڌَٽاري صافُ ڪر، صابڻ ساڻ سُپيتُ،
سامونڊي! سُڇيتُ، تِي تہ پُهچين پارَ ڪي.

مانَ پُڇنئي سُپرين، ڇِتَ ۾ چيتاريج،
ڪَڍج ڪائي ڪَچَ ڪي، ڪوڙُ مَ ڪمائيج،
وَڻجَ وِهائيج، سَپُ سوداگرَ! سَچَ جو.

محبتَ سندو مَنَ ۾، ماڻِڪَ! پارجِ مَچُ،
اِنَ پَرِ اتي اَچُ، تہ سَودو تيئي سَفَرو.

سِڙهَ سَنوان، لاڄوُ نوان، اولا سندن عاجَ،
ساتي سفرِ هليا، پري چُنگَ جهاجَ،
حاصلُ ڪرئين حاجَ، واحدَا! وڻجارَنِ جي.

جيڪي منجهہ جَـهانَ، سو تـاريءَ تڳـي تنهنجـي،
لطفَ جي، "لطيف" چئـي، تـو وٽ ڪَـمي ڪـانَ،
عدلَ ڇـُـٽـان آئوَن نـہ، ڪو ڦيرو ڪـِـج فَـضُـلَ جو!

سـاري راتِ سُـبحانُ، جـاڳـي جـن يـاد ڪيـو،
ان جـِـسي عبداللطيـفُ چئـي، مِـٽـيءَ لـڌو مـانُ،
ڪوڙيـن ڪَـن سـَـلامُ، اَڱهـِ اَچيـو اُنِ جـي.

وڪَـرُسـو وهـاءِ، جـو پَئـي پـُـراڻو نـہ ٿئـي،
وِچينـدي وِلات ۾، ذرو ٿئـي نـہ ضـاءِ،
سا ڪا هَـٽِ هَـلاءِ، اَڱهـِ جنهنجي اُبـَهـِين.

ڏَنگـي وِچ دريـا ، ڪـي ٻـُـڏي ڪـي اُپـڙي،
هُـو جي واڍي واڻيـا، سي سُـونهڻ، سـپ سـَـڙيا،
مُـعِـلـَـم ماڳِ نـہ اڳئـين، فِرنگي منجهہ قِـريـا،
مـلاحَ! تنهنجي مـَـڪـُـڙيءَ، اَچـي چـورَ چڙهيـا،
جتـي ڏِنـگَـا ڏَريـا، تتـي تـارِي تنهنجـي!

جي تو بيت پانئيا ________

پيڙيا تا! پيئي ، تون قبنديون ڳالهڙيون،
سچيون راتيون سمهين ، پر سُڪاڻ ڏيئي،
صُباحَ سيپئي ، پار پسيچندءِ خبرون.

بندرِ جان َيئي ، تہ سڪاڻيا! مَ سمهو،
ڪَپَرُ تو ڪُنَ ڪري ، جئن مانيءُ منجھہ مهي،
ايڏا سور سَهي ، ننڊ نہ ڪجي ناڪئا!

چِگن سان چگايون ، ائن سيڪو هوءِ،
تو جئن ڪري نہ ڪوءِ ، بُچنِ ساڻ پلايون.

چگا ڪنِ چگايون ، منايون منن،
جو وڙُ جڙي جن سين ، سو وڙُ سيئي ڪنِ.

جہ صرافنِ لڌيو، تہ تون پڻ لڌج سونَ!
قدرُ لهندءِ ڪونہ، نيئي گڏيندءِ گڏونءِ سين.

**جي تو بيت پانئيا** ————————————

اگھيو ڪائو ڪَچ، ماڻِڪَنِ موٽَ ٿي!
پلئہ پايو سَچُ، آچيندي لَڄ مَران!

ويا سي وِينجهارَا! هيرو لالُ وِنڌِينِ جي،
تنِين سَندا پويان، سِيهي لَهَنِ نہ سارَ،
ڪُتِينِ ڪُتِ لُهارَ، هاڻي اُنِين پيٺِئين.

تانگهي ۾ تاڻي، بِسَنڌُ پنهنجو تُرَهو،
اُونهي ۾ آڻي، ڪونہَ ڏينڊءِ ڪو پيو؟

ڏوري لَهُ ڏاتارُ جِمَ وِهين ويسرِو؟
هَيڪو هوئج هوشيارُ ڪِنوِڙِ ڪنوَندي اوچتي.

سُتين سَنجهيئي، وڃ ڪنوندَيءَ ويسرِا؟
وِيرَ وَري ويئي، آسارَنِ تان اوجي.

ساموندي! ٽو سَنبَهِين ، ساڄو جَهلِ سُڪاڻ،
لَڳيِ واءُ وَڏانڌَرو ، مُنجهائي مَهراڻ،
جنِين ڀانيو ڀاڻ ، ڪَري ٽَوائي تن ڪي.

# سُرُ سامونڊي

پَکَّہَ پاسيَ ڳهارِ، آيَل سامُونڊينِ جي،
وجهي جِيءُ جَنجارِ، جِمَ وَڃنئي اوِهري.

سيئي جويَنَ ڏينهنَ، جڏهن سَڄَڻَ سَفَر هَليا!
رِئان ' رَهنِ نہ سُپرين، آيَلَ ڪَريان ڪيئن؟
مونکي چاڙهي چِيئن، ويو وَڻجارو اوِهري!

نہ سي تَڙِ هوڙاڪَ، نہ وايُون وَڻجارَنِ جون!
سَرتيُون! سامُونڊين جا، اَڄُ پڻ چِڪيَم چاڪَ،
مارينم ِفراقَ، پاڙيچيوُن! پِرين جا.

هينئڙو بيڙيءَ جان، ڏتَڙِ پئي ڏينهن تيا!
بُچيو تان نہ پِريان، ڪَرَلاهوُتي ڪڏهن.

ســـَـرَ نســرِيــا پــانڊَ، اُتــَـــرَ لڳــا، آءُ پريــن!
مون تو ڪارَڻِ ڪانڌَ! سَـهـِسين سُڪائون ڪيـون.

جيڪر اَچي هـاڻِ، تـہ ڪريـان روحَ رِچَـنديـُـون،
آيـَـلِ! ڍولئـي سانَ، هونـدَ ڳـَـرِ لڳـي ڳـالهيون ڪريـان.

اڄُ پـڻ وايـُـون ڪـَــنِ، وَڻجـارا وَڃـڻَ جــون،
هلـڻَ هـارا ســُـپريـن، رَتـّـان تـان نـہ رَهـَــنِ،
آئونَ جهـَـلِـيندي ڪيتـرو! آيـَـلِ! سامـُـوندين،
پـَـڳـَــهـَ چـوڙي جـَــنِ، وِڏا پيــڙا بــارِ ۾.

ڪـُوهـَـنِ ســرِ وانـِـئـيون، وانئـيـنِ ســرِ ڳـَـنڍَ،
ڪيـڙي ڪيـڙي ڪـَـنڊَ، مــاءِ! سامـُـونڊي آئيـا.

پـُـران مـانَ پـُـڄان، بـَـنـدَرَ مـُـون ڏورُ تيـا،
نہ مـُون هـَـڙَ نہ هـَـنجَ ڪي، جو آئون چـَـئي چـَـڙهان،
اِيهين ڪـَـج پـاڻـي! جنهـن پـَـرِ پرينءَ مـڙان،
ڪـارونَ تـيءِ ڪـَـريان، تـو دَرِ اِيـي ناڪـُـئا!

اَسان اڏارا، آٺـي آوَنگَ چـاڙهِيا،
مُنهـُن ڏئي مـُون آئيا، سَـهمـُان سِـيارا،
اُيـِرَنِ سـيـِكارا، پَسيو وِرَ ٻِين جا.

مون اُيـي تـَـڙ وَٽِ، پِرينِ پَـکَهَ چـوڙِيا،
ڪا مُونهِين مِ گهٽِ، نا تـہ سَـجَـڻَ سَـاٻاجها گهٽو.

جي تون وَڻجارو ڪانڌَ، تہ مون هَـڏِ مَ لائُون لَـڏيُـون،
پَـر ڏيهہَ مَـتِي سانگَ، اَنئِي پَـهرَ جنهن ڪيو.

ڏِئي ڏِياري، سامـُونڊيـُنِ سـِـڙهَ سَـنباهِيا،
اَنِ ڪـي مـُـندَ اُتـَـرَ جـي، اوچِتـِـي آئـي،
وَڻجـارِن وائـي، آهـي پَـرِئـين پـارَ جـي.

# سُرُ سهڻي

وَهَہَ تِـکَ واهڙَ تِـک، جت نِينهَـن تِـکَ نِرالـيِ،
جَن کـي عِشـقَ عميـقَ جـو، سـي خلوتَ خِيـالي،
وارِئيـن سـي والـي! هِنئـڙو جـن هَـٽِ کيـو.

ڏنـي جـن هيکـارَ، صورَتَ ساهَـڙَ ڄـامَ جـي،
سُکَ تي سُتيـُون کين کـي، پـرِيِ ساڻ پـَتارَ،
گهڙيون گهَـڙنِشان ڏارَ، کاهي پيئـُون کـُنَ ۾.

کَـنڌيءَ اُپـيُون کيتريوُن، ساهَـڙُ ساهَـڙُ کـَنِ،
کنيِـن سانگو ساهَـجو، کي گهورَيس کيو گهـڙَنِ،
ساهَـڙُ سـَندو تـَنِ، گهاگهائي گـِهـڙَنِ جـي.

وڻَـنِ وينا کـانگَ، وِڇـينءَ تـي ويـلا کـري،
گهـڙي گهَـڙو هَـٿِ کري، سُـڻي سانجهيءَ ٻانگَ،
سيئي ڊوَنـدي سانگَ، جتـي ساهَـڙُ سـُپِـريـن.

گهڙي گـهڙو هـَـٿِ ڪري، ٻوڙيـائين ٻـانهون،
ويچاريءَ وَڏيـُـون ڪَيـون، وِچ دَرياهـَ دانهـُـون،
مـوتُ مـُحِبُ! پاهـُون، تاڪـُنِ تـَـڪي آهيـان.

گهــِڙي گهـَڙو هـٿِ ڪـِري، الاهـي تـُـهارَ،
جـَنگهـَ جـَرڪي واتَ ۾، سـِـسي ڪـي سيسارَ،
چـُوڙا پيـڙا چـِڪَ ۾، لـُـڙَ ۾ لـُـڙهـَيس وارَ،
لـَڪين چـُهنيس لـوِهـٽيوُن، تيلهيوُن تـَرِنئوُن ڏارَ،
مــِـڙيا مـَچ هـزارَ، پاگـَا تينـدي سـُـهٽي.

مـِنهـِن جنهنجي مـُون، ڏنو مـُنهن ميهارَ جـو،
آهيمِ ساهَ سَئوُن، سو ڪيئن گهـَڙو گهـورِيان؟

گـهَڙو يـَڳـو تہ گـهورِيو، پـاڻـان هـو حِـجابَ،
واڄـَٿُ وِجـي وُجـُود ۾، رهـيو رُوحَ رَبـابُ،
ساهَـڙُ ريءَ ثـَـوابُ، آءُ گـهـڙو ئـي گـهورِيان.

گهَـــڙو پيَـــڳو، مـُـنڌ مـُـئـــي، ويـا وَســيلا،
سارَ چـَـڏيائيــنِ سيرَ ۾، هـَـئـيءَ! رهيـا حــيلا،
سـُــهڻيءَ جـَـا ســـيلا، وَحـدَتَ ســپ وِجـائِيـا.

گهَـــڙو پيَـــڳو، مـُــنڌ مـُــئي، وِسـيلا ويـا،
تنهـان پـوءِ سـُـئا، سـُـهڻيءَ سـَـڏَ ميهـارَ جـا.

پـاڻُ مَ ڪـَــڄِ پـاڻَ سـين، وَســـيلا وِسـارِ،
لـُـڙُ لــَـنگهائي سـُـهڻي! پِرتِ وجهندي پـارِ،
سي تـُـرتُ لنگهنديـُـون تـارِ، اُڪـَـنڌَ جـن سـين.

ســـِڪَ رَسـائي سـُـهڻي! اَصـلِ عاشـِـقـَــنِ،
سي جـَهليـُـون ڪيـنَ ڪـُنَـنِ، پـُـڇنِ جي ميهارَ ڪي.

پـُـڇـَــنِ جي ميهـارَ ڪـي، پـُــڇي سي ميهــارُ،
تـُـرَهـو تنـِـين بـارُ، عشـقُ جنـِـين کـي آڪــِـرو.

**جي تو بيت پانئيا** ________________

ساهَڙُ، سا سُهڻي، سائرُ پڻ سوئي،
آهي نجوئي ڳجهُ، ڳجهاندرَ ڳالهڙي.

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتَ ڪُنَنِ جا ڪَڙڪا،
سَهي ڪين سمونڊَ جا، ماندي دِلِ دَڙڪا،
ساهَڙَ! تُون سُڻُ ڪا، فَرِيادي فَقيرِ جي.

دَهشَتَ دَمُ دَرياهَ ۾، جِتِ جايُون جانارَنِ،
نَڪو سَندو سِيرَ جو، مَپُ نہ مَلاحَنِ،
دَرندا دَرياهَ ۾، واڪا ڪيو وَرَنِ،
سَچا پيڙا پارِ ۾، هَليا هيٺ وچن،
پُرزو پئدا نہ ٿئي، تَختو منجهان تن،
ڪو جو قَهر ڪُنَنِ ۾، ويا ڪين وَرَنِ،
اُتي اڄ تارَنِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تُونَ.

تَـتُ تَـكَــتِ تـارِ گهَــتڻ، اِيءُ ڪاٽيـارِن ڪـمِ،
ڏهــَ ڏهــَ پيــرا ڏينهـَــن ۾، ڏي ڏوراپـا ڏَمُ،
عقـلُ، مــَتِ، شــَرَمُ، ٽيئـي نينهـَـن نهوڙيـا.

جِـئان گهڙي تئان گهيڙُ، ڪَـپَـر پـُـجَـنِ ڪـُوڙيون،
ڏَمَ سين جـُسو ظاهرا، مــَنَ ميهـار سـين ميـڙُ،
سا نَـدي پاتئي نيڙُ، جنهن ڪـي سِـڪَ سـاهـَـڙَ جي.

جِـئان وَهي تئان واٽَ، ڪَـپَـر پــُجَــنِ ڪـُـوڙيون،
جن ڪي سِـڪَ ساهَڙَ جي، سي گهيڙُ نـه پـُجَـنِ گهـاٽَ،
جن ڪي عِشق جي اُسـاٽَ، سي واهـُـڙُ پانـئين وِڪـَـڙي.

ڪنهـنِ جنهـن گهيـڙَ، جئن اَوتــَڙان تــَڙُ تيـوسِ،
سـالمُ ويئـي سـُـهڻي، ڪـُـنَــنِ ڪــينَ ڪَـيوسِ،
اُهــــسُ اڪڙيــُـــنِ ۾، پِريــان جــو پيــوسِ،
حـَقان حـَـقُ تيـوسِ، هــُـئي طـالـِبِ حـَـقَ جي.

هُئي طالِبِ حَقُ جي، توڏي لاکُڻون توڙَ،
نہ مَلاحُ نہ مَڪُڙي، نہ ڪِي ٻَڌي نوڙَ،
پاڻي پِنيءَ ٻوڙَ، سُهڻيءَ ليکي سِيرَ ۾.

ساري سِڪُ سَبَقُ، شريعَتَ سَندو سُهڻي!
طَريقتان تِکو وَهي، حَقيقَتَ جو حَقُ،
مَعرِفَتَ مَرَڪُ، اَصلُ عاشقِن ڪي.

سِياريَ سِهَ راتِ ۾، جا گهِڙي وَسندي مِينهَن،
هَلو تہ پُڇُون سُهڻي، جا ڪَرَ ڄاڻي نِيهَن،
جنهن ڪي راتو ڏينهَن، ميهارُ ئي مَنَ ۾.

سانوڻَ گهڙي سَيَڪا، هيءَ سَرهي سِياري،
تَنُ وڏائين تارِ ۾، اَرواحَ جي آري،
مُحبتي ماري، ڪونهي دادُ دَرياهَہ ۾.

واهڙا! پرين مَ پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيٺو.
سدا سانوڻ ڏينهڙا، هئن نه هوندا،
وهاڻي ويندا، اوپسَرَ اٿاهان لهي.

واهڙا! وهين مَ شال، سکي پيلانيون ٿئين!
پسان تنهنجي پيٽ ۾، لاٽا، لوڙَ، ليارَ،
جئن تو سڀ ڄمارَ، آسائيتيون ٻوڙيونَ.

اَديونَ! سڀ انڌارَ، جڙن منهنجا چوريا،
لارن جا لنئون لاٿي، سا ڪيئن آچيان عامَ؟
لَڳيس جنهنجي لامَ، سو دلاسا دوست منجي.

جياريس سَنيارَ، ڪُهه ڪَريندمِ گڏجي؟
ويروتارَ وُجودَ ۾، پرينءَ جي پچارَ،
سي سَڄڻَ هئن نه ڏارَ، جي هنئين ۾ حَلُ ٿيا.

جي تو بيت پانئيا ___________________

ڪِتي ٿيو ميهارُ؟ ڪِٿي ٿو گهِندُ گَڙي؟
ڪِتي ڏُونهي دوستَ جي؟ ڪٿي پَريون پارَ؟
جٿِ مُونْ سَپ چَمارَ، جَرَ ۾ جوتُون ڏنيون.

مينهُون هُن ميهارَ جون، اَلا! سَپ جِينِ،
ڪارِيونَ ڪَڪَيُون، ڪُنڊيونَ وارا ڪيو وِيهنِ،
جُوءِ جا جانارَنِ جي، پيلا ٻهَ ٻهَ ڪَنِ،
اَچي ريلَ رَهَنَ، مون سانيارا سُپرِين.

گهِڙيا سي چَڙهيا، اِئِين اَٿيئي،
مَئي مَتي مِهراڻ ۾، پئُو ٽِپو ڏيئي،
تہ ميهارُ مليئي، سنبَيوڙو سِيٺاهَ سين.

ٻَليان پَلِيو نہ رهي، نِرتُون نينهَن نبارُ،
گهِڙان، گهوريو جِندڙو! اَتَلَ مُون اُپارُ،
جنِين مَنِ ميهارُ، هَلَڻُ تنين حَقُ ٿيو.

تَہ ڪَرَ ڪينَ سُئي؟ جي سيرَ نہ گهڙي سُهڻي،
هت حياتيءَ ڏينهڙا، هَڏهن تان نہ هُئي،
چُڪيءَ تنهن چري ڪِئي، جا ڏنس اَن ڏهي،
سُهڻيءَ کي، سَيدُ چئي، وڏو قُربَ ڪُهي،
هُنئهين هُوندَ مُئي، پَرَ بُڏيءَ جا پيٽا تيا.

ڪا جا ڪُنَ ڪَرينِ، پِنيءَ پُڻ جُهڻ پاڻ ۾،
اڪيُون تنهن آبَ کي، آڏيءَ اُڪيرينِ،
توڻي تِڪُون ڏينِ، تہ بہ اَجُ اُنينِ کي نہ لَهي،

دائمُ جا دَرياهَ ۾، سا مَچي ڪِني ڪوهہُ،
آهِس اِيُ آندوهہُ، پاڻي ڪِتي نہ پيان،

جيڪي ڏِنءِ تارِ ۾، ڪَنڌيءَ سو ڪَهيجِ،
جَرُ وڏو جهاجههَ گهڻي، پاڻ مَ پُسائيجِ،
ساهَڙُ ساڱاهيجِ، تہ ثابتُ لَنگهين سيرَ مان.

جي تو بيت پاڻيا

ڳوڙا ٻئي پارَ، هنئون حيرتَ ۾ پيو،
وِهان تہ ويَرِمَ ٿئي، نينهَن ۾ پوءِ نهارَ،
وڃان تہ وِاڪيو ٿئي، پاڙي پوءِ پچارَ،
هُتِ ٿي وَعدي وارَ، هِت سُوٿون ڏينمِ سرتيونَ.

جا هَڙَ اَندرِ جيءَ، ساهَڙَ ڏني ساهَ کي،
سا هَڙَ ڇُڙي نہ ساهَ جي، سا هَڙَ ساهَڙَ ريءَ،
ساهَڙُ ميڙِ سَميعَ! تہ سا هَڙَ ڇُڙي ساهَ جي.

ساهَڙَ جا سِينگارَ، اَڱَ لکيا اڳي هُئا،
نڪا ڪُن فَيڪُونَ هئي، نڪا ٻي پَچارَ،
مَلَڪَنئان مَهَندِ هئي، توڏيءَ جي تَنوارَ،
مُحَبتَ ساڻُ ميهارَ، لايائين لَطيفُ چئي.

(٨)
ڪامان پَچان پَچُران، لَيچان ۽ لوچان،
تَنَ ۾ توئنسَ پرينَ جي، پيان، نہ ڍاپان،
جي سَمُندَ مُنهِن ڪريان، توءِ سُرڪيائي نہ ٿئي.

جي تو بيت پانڻيا ___________________

ڪاري راتِ، ڪَڇو گهَڙو ، اُٺنيهين اُونداهي،
چَندَ نسالو ناهـِ ڪـو، دَرياهـَ دَڙَ لائي،
ساهـَـڙَ ڪـارَڻِ سُـهڻي، آڏيءَ تـي آئـي،
اي ڪَمَ اِلاهي، نا تـَ ڪُنَنِ ۾ ڪيرَ گهـِڙي؟

(٥)

ڪاري راتِ، ڪَچو گهَڙو، مٿان وَسي مـِينهـُن،
هـِڪو پـَوءُ بيراهـَ جو، پيو سانيارا سـِينهـُن،
شال مَ پِڇجي نِينهن، گهـِڙان گهورِيو جـِندڙو!

اورار نـــه پـــَـــارِ، ويچـــاري وَهــَ وچَ ۾،
سـُـڪيءَ ڏنـي سـُـپرين، پيو مڙيئي تـار،
تون گـِهڙُ ڪيمَ نهارِ، پُڏندَنِ سين پاجهون ڪري.

سـَهسين سائـرَ پوڙيـُون، منڌَ پـوڙيو مهراڻ،
وَهـَ وچايو پاڻ، هـَـٿي ڪـَـنڌُ ڪـَپـَنِ سين.

جي تو بيت پاڻيا ———————

جـي تـو بيـتَ پانيـا، سـي آيتـون آهيـنِ،
نِيـو مـَـنُ لائِيـنِ، پـرِيـان سَـندي پـارَ ڏي.

ڪانڌي ڪَنگَ تِياس، وَهَـڻُ جنَـازو سُـهٽي،
ٻگهـا جـي پيتَـنِ جـا، ڪـُـلها تـن ڏنـاسِ،
آڪئين مَـلڪَ ڏِناس، توءِ مـَـنَ ڪـاڍو ميهـارَ ڏي.

ڪَنڌيءَ جَهليو ڪانهـَـن، عاشِقُ اُيو آهونَ ڪري،
تو ڪيئَـن پوڙي سُهٽي؟ پيلـي منهنجي ٻانهَـن،
دَرِياهَ! توتي دانهَـن، ڏِيندسِ ڏِينهـَـنِ قيامَ جي.

هـادي! حـَـقُّ رکيـج، سـانيارا ساهـَـڙَ جـو،
خوابَ، خيالَ، خـَطِـرا، تـن کي تـَـرَڪُ ڏِئيجِ،
اَنـدَرُ آئِينـو ڪـري، پـَـر ۾ سنـو پـَـسيجِ،
اِنهـيءَ راهـَ رَميـجِ، تـہ مـُـشاهِـدو مـاڻئين.

بُڌَندي ٻُوڙنِ کي، ڪي هاتڪَ هَٿَ وِجَهنِ،
پَسو لَڄَ لطيف چئي، ڪيڏي ڪي ڪکَنِ،
توڙي ڪَنديءَ ڪَنِ، نا تہ ساڻنِ وِڃن سيرَ ۾.

ڪو جو وَريو واءُ، جيئَن ٻلَ ٻانهُن ڇڏيو،
اڳي اِن تڙاءُ، اونداهيان ٿي اُڪران،

جَرِ تَرِ تَڪَ تَنوارَ، وَڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سِپيئي شَيءِ ٿيا، سوُريءَ سَزاوارَ،
هَمَہ مَنصُورَ هَزارَ، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهئين؟

سَيَت پَچارَ پِريَنِ جي، سَيَت هوتَ حضورَ،
مَلِڪُ مِڙيوئي مَنصُورُ، ڪُهي ڪُهندين ڪيترا؟

لـهرن لـکَ لـباسَ، پاڻيءَ پـسـڻ هيڪڙو،
اُونهـي تنهـن عـميق جـي، واري ڇـڏ ومـاسَ،
جـت ناهـ نـهايت نيهـن جي، کوءِ اُت پنهنجي کاس،
تـڙن جي تـلاش، لاهـ تـہ لالـن لـڳ تـئين.

جـي قيـام مـڙن ، تـہ کـرَ اوڏ سـپرين،
تهـان پـري سـڄـڻ، واڌايـون وصـالَ جـون.

تـڙن جا طـعنا، سـهـنگا ڏينـم سـرتيـون،
دَرياهـ ديوانـا ! سـڻ حـقـيقت جـالَ جـي.

(١٥)
نـکو سـنڌو سورَ جو، نـکو سـنڌو سـکَ،
عـدد ناهـ عـشقَ، پـڄاڻي پـاڻ لـهي.

سـکَ تنهنجي سـپرين، ! جئن تـران تئن تـارَ،
تـون ئـي رهيـو روحَ ۾، تـون ئـي آکنـئان بـار،
پرين! تنهنجي پـارِ، مـون واجهـائيندي ورهـ ٿيا.

جي ٿو بيت پانئيا ________

سَـــڪَ تنهنجي سـُـپرين! ڪـَــپي ۽ ڪــوري،
سَــڱهان نــ ڇـوري، ڏاڍو نيـَـــرُ نينـَـــهن جــو.

سِـڪَ سِـڪــَنديـُـنِ لاهــ، وِڇــوڙيـا ميـڙ پِـرِيــن،
ايڏي سـڱهـَ، سـَـچا ڏٽـي! تـوئِـي ڪـي جـُــڳاءِ،
تـَـنُ جنـِـين جو طالِبـُـو، مـَـهــرَ تنــِين ڪي پاءِ،
ميڙائـي جـو مـاءِ! ڪـانگـُ لـَـــوَنـدو ڪـڏهيـــن.

ڏِٺي ڏينهن ٿِيـامَ، ڪـُــهـ ڄاڻـان ڪهڙا پِرين،
وِلـــِنِ جـَـئن وَرِيامِ، گــُـوندَرَ غـَــمَ پِريـُــنِ جـا.

گهـَـرُ نــ وَرُ نــ وَٿُ ڪــا، آهـِـمِ مـَــنِ ميهـارُ
اِنَ اوسيئڙي اِٿيـان، سـَـنجهي ڪـري سـِـينگارُ،
پِرِين! تنهنجو پارُ پـَـسان مانَ پـَــرِ ڪنهـِـين.

نــ مـُـون نانـاٽِيـان ڪـَـتـِـيو، نڪي ڏاڏاٽِيــان،
پِـرِيـن جي پـاران، مــُـون سين وَڏائـي وَڙَ ٿيـــا.

# سُر سَسُئي آبِري

اَوَلِ آخِرِ آهي، هَلَڻُ منهنجو هوتَ ڏي،
پورهِيو سَندو پورهَيتين، والي! ڪيمَ وڃاءِ،
سو مُون تورو لاءِ، جئن جِئري مِلان جَتَ کي.

مُحَبتِ جن جي مَنَ ۾، تن تِشَنگي تارِ،
پِي پِيالو اُجَ جو، اُجُ سين اُج اُتيار،
پُنهون پاڻَ پِيارِ، تہ اُجَ سين اُجَ اُجهائِيان.

ساجَنَ ڪارڻِ سُجَ، مَرُ قَبُولي سَسُئي،
اَندرِ جنين اُجَ، پاڻي اُجِيو اُنِ کي.

پاڻي مَستي جهُوپڙا، مشُورڪ اُجَ مَرَنِ،
ساهان اوڏو سُپرين، لوچي تان نہ لَهنِ،
دَمُ نہ سُڃاڻَنِ، ڊانهُون ڪن مُئَنِ جيئن.

كونهي اُت كوهيارُ جِت پوري! پانئيو،
پَندَ مَ كَرِ پَهاڙَ ڏي، وڄود ئي وِڪارُ،
ڏاريا پانئجِ ڏارَ، پيچُ پريان كَرَ پاڻ تون.

سوئي كَٽيو ساڻ، سوئي ڏورئين سَسُئي!
كَڏهين كَنهين نہ كيو، چِلَڻَ مَنجهان چاڻ،
پيچُ پريان كَرَ پاڻ، تہ تون تئائين لَهين.

وَڃين ڇو وِڪارِ؟ هت نہ ڳولين هوتَ كي،
لكو كينَ لَطيفُ چئي، باروچو ٻئي پارِ،
تيُ سَتي ٻَڌُ سَندرو، پرتِ پُنهونءَ سين پارِ،
نائي نيڻَ نهارِ، تو ۾ ديرو دوستَ جو.

هَلُ هنئين سين هوتَ ڏي، ڇَپرِ ڇلُ مَ تون،
مَنجهان لَڌو مون، كوهيارو كيچَ ڏٺي.

مَــتان مـُــني! چـَــڏِئيــن، پِــريتڙــو پاڙــا،
ڇـاوَن جنءَـن ڇاڙـا، تـون پـڻ هوئـجِ تـن جنءَــن.

هيـجُ نـہ هونـدو جن، سي ڪيئَن وِندُرِ ويـنديُــون،
وِهــو وِچ رَهــَـنِ، سَـــهسين سَــــڏَنِ وارِيــوُن.

آتــَــڻَ ۾ پِـرِيـاڻَ هــوءِ ســَـيني جيــڏِئيـــن،
مـون سـَـياڳِيءَ ساڻَ ڪيـرَ ڇـُـلندي ڇـَـپِرِيـن؟

(١٢)

سُـڪَـنِ واري سَـڏَ، مـَـتان ڪـا مـون سِپْـي ڪـَـري،
اَنـــدَرُ جنـــِين اَڏَ، ڏونــڪرَ سِپْـي ڏُورِيندِيـــوُن.

وِجـو ســَــبِ مـوتــي، آئيـــِــن جـي وَرَنِ وارِيـوُن،
ڪانــہ هـَـلندي ڪيـجَ ڏي، ڪـَــرِيو مَ ڪوتــي،
ڪـَــڏِيــَـمِ ڪـــا ڇوتـــي، وِڏَمِ جـوڳُ جتــنِ لاءِ.

موٽي مَران مَ ماءِ! موٽڻَ ڪانَ اڳي مَران!
لَڳي لالَنَ لاءِ، شالَ پُونديس پيرَ تي!

پَچي جان پَنيورَ ڪان، ڏونگرُ ڏوريو مون،
ڪاهي رَسَيس ڪيچَ ڪي، جتي پاڻَ پُنهون،
سَيَتِ آهِئين تُون، قَضا ڪَندين ڪِن سين؟

(13)
پيهي جان پاڻَ ۾، ڪَيَمِ روحَ رهاڻِ،
تہ نَڪو ڏونگرُ ڏيهَ ۾، نَڪا ڪيچين ڪاڻِ،
پُنهون ٿيَس پاڻِ! سَسُئي تان سُورَ هُئا.

وَهَمِ وِرساياس، نا تہ پُنهون آئون پاڻَ هُئي،
پاڻ وِجايُمِ پانهنجو، پَئي پِريان جي پاسِ،
رَتِي عِلِمَ نہ راسِ، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي.

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، پُڇين ڪوهَہ پَهي؟
وَفِي اَنفُسَڪُمُ اَفَلا تُبصِرُونَ، سوچهي ڪَرِ سَهي،
ڪَڏِهن ڪا نہ وَئي، هوتُ ڳولَڻَ هَٿَ تي.

هوتُ تنهنجي هَنجَ ۾، پَڇين ڪوهُ پِريانءُ؟
وَنَحنُ اَقرَبَ اِليه مِن حَبَلِ الوَرِيدِ، تنهنجو توهين ساڻ
پنهنجو آهي پاڻ، آڏو عَجِيبنِ ڪي.

پينَرُ آئون پوري، مُون سَڳُ سُڃاڻي نہ ڪيو،
ڏيندا مُون ڏيرَ وِيا، جهڳڙُ ۽ جهوري،
لَڳي جن لوري، ڏُونگرَ سي ڏوريندِيونُ.

اَدِيونَ! آئون اَڃاڻِ، مُون سَڳُ سُڃاڻي نہ ڪيو،
هونَدَ نہ سَنَيمِ هيتري، ڪوهياري جي ڪاڻِ،
رَتيءَ جي رِهاڻ، جِيءُ آڙايَمِ جَتَ سين.

دَرِدُ نہ لَهي داروئين، زُلفُ زورُ ڏِنوم،
ڪا ڪَلُ ڪالَ ڏِنومِ، رُخساريءَ تي رُوپَ سين.

ڪا ڪَلَ ڪُني جا، ڪفُن تنهين ڪينَ ٿئي،
مَنجِهه شَهادَتَ سا، لُڏي ۽ لاڏَ ڪري.

اَچي عِزرائيلَ، سُتي جاڳائي سَسُئي،
تي ڊَوڙائي دلِيلَ، تہ پُنهونءَ ماڙهُو موڪليو.

مُنڪَرِ ۽ نَڪِيرَ ڪي، جڏهن ڏنائين،
اڳيان اٿي ان ڪي، پُنهون پڇيائين،
اَدا! اِتائين، ڪو وِيو ساٿُ سَڄَڻَ جو؟
هيڪلِيائي هاڻِ، پوريفڏِيس پُنهونءَ ڏي،
ڪَنديَس ڪِوهيارَل سين، رُڃي رُوحَ رِهاڻِ،
رُلي چُلي ڇَپَرين، ڪَنهن پَرِ لاهِيان ڪاڻِ،
آهِيان گهڻو اُڃاڻِ، پَر سُورَ پِريان جا ساڻُ مُون.

صَبَرِ ۽ شُڪرَ ڪي، ڪاڏي آئون ڪَندي،
آهِيان جنهن سَندي، سو تہ گُهرجي ساڻُ مُون.

هَــڏ نــ ساهہ سُــڏِيـنُ ڊِلِ ڌَر مـاندي دوسَ ري،
پـــائي وِيـــڙا پِـــرتِ جـــو، زوراوَرُ زَنجـــــــيرُ،
جِيءُ، جُــسو جاڳِيـنُ هـاٿي مــِـلڪَ هـوتَ جي.

عـُمـنـرِ سـَـبِ عشـقَ سين، پـُنهون جي پـُـچـَـنِ،
رِيس ريڏالِيونَ تـن سين، ڪـُـڄاڙي ڪي ڪـَـنِ؟
مـارڳِ جــي ســـرَنِ، وڏو طـــالعُ تـــن جــو.

ويـٺي وَر نـ پـَـونِ، ســُـتي مــِـلـَـنِ نـــ ســُـپرِيـن،
جي مـَـٽي رَنـڌَنِ رٽـنِ، ساڄـَــنُ مــِـلي تـن ڪـي.

بـَـرِيـائي تـــ بـارِ، قـوُڪ تـــ لـَــڳي اَنبَــــرين،
هـــتي جي هـــٺ جـُـون، وَتـونَ سـَـــبِ وِسـارِ،
ســَـــموَرِي ســـَـرِڪـارِ، نيئـــي رکـــجِ ناهـــ ۾.

ڪَنُ ٿِيُ ڪيچِين ڪُيچيو، ڪُيچَ مَ ڪُيچيائون،
رَهِـي نہ رَتيءَ جيتري، اَنِيِن وَتِ "آئون"،
وَڏي وِڏائُون، هو جو وَڻُ هَٿَڙَ جو.

ڪَڏَهن پَئجي ڪَنُ ٿي، ڪَڏَهِن ٿِيجي واتُ،
ڪَڏَهن ٿِيجي ڪاتُ، ڪَڏَهِن ٿِيجي بَڪِرو.

# سر معذِوري

ڏکيءَ ڏمَــرُ ناهِــ، بـُـکيءَ کـِـلَ نـہ اُجَــهي،
اگهــاڙيءَ وِهــانءُ، ويــو ويچــاريءَ وِســري.

سَــبِ نَــنگيونَ تــي نــِـکرو، لالچ ڇـڏي لـوبَ،
سـُـپيرِيـان سين سوبَ، نِندوَن کـَـندي نہ تـِـئي.

(١٨)

کـَــندا مـُـون پـَـيرنِ ۾، توڻــي لـَــکَ لڳَــن،
آگـرِ آڱـوُنـي نــہ مــِـڙي، ڇــِـپونَ پيـرَ ڇـِـنَـَــنِ،
ويندي ڏانهــن پـِرِيـنِ، جـُـتي جـاتِ نـہ پـائِيـان.

مـَــري جِـيءُ تـہ مـاٽئيــن، جـانـبَ جـو جـَــمالُ،
تـِئين هـُـوند حـَــلالُ، جي پـَـندِ اِها ئــي پـارِئيــن.

مــَـر تـہ موچاري ٿئيــن، ويهـي وِجهـ ُ مَ ويـرُ،
دِلِ ۾ آڻِ مَ دَورُ تــُـون، ڦــرَڻَ ســَــندو ڦيــرُ؛
توڙي لَـهــِـين نـہ پيرُ، توءِ راحـَـتَ آهـِ رڙهـَـڻَ ۾.

مَرَڻان اڳي جي مـُـئا، سي مـَـري ٿــِين نـہ ماتُ،
هوندا سي حـَـياتُ، جـِـئـَـڻان اڳي جي جـِـئا.

جـِـئـَڻان اڳي جي جـِـئا، جـُـڳ جـُـڳِ سي جـِـئَنِ،
اوءِ موتي ڪيــنَ مـَـرَنِ، مـَـرَڻان اڳي جي مـُـئا.

پَـنڌُ نہ پـَـنڌَنِ جيترو، ڪـِـيئـَـن سـُـجـَـندي ڪـِـيهہ،
جيڪـَـر ڪـَـريان رِيهہ، پر چوندا مـُـنڌَ چري ٿي.

مـُـني ٿي مـُـدَعـا گـُـهري، مـوتُ ٿيـو موجـودُ،
اَچـِـين تـہ اَجُ ڪـَـريان، صـُـباحَ جـو ســُـجودُ،
جانڪي نـي وُجـودُ، جـانڪي ميڙِ مـُـنيءَ ڪـي،

جانڪي ميڙ مُنيءَ ڪي، جانڪي مُنيءَ مارِ،
ڏڪيءَ ڪي ڏيڪارِ، هيڪَرَ هوتُ اڪينِ سين،

ڏکيءَ سَنديُون ڏونگَرين، پَسو! پِتون پَوَن،
مُئي پُڄاڻا مُنڌَ ڪي، روجهہَ رُڄَنِ ۾ رُنَنِ،
پوٺا اِيَهين چَوَن، تہ "مُئيءَ اسان کي مارِيو!"

وَڏيءَ سي واڍوڙيا، رَتُ نہ ڏِنو جن،
موتُ قبوليو تن، ڏِنو جن ڏکيءَ کي.

وَڏِيَل تي وايون ڪَري، ڪُنَلِ ڪُوڪاري،
هُنِ پَنِ پنهنجا سارِيا، هيءَ هنجُون هَڻِي لئي هاري.

ڏکي توءِ ڏڪارُ، توڻي وَسَنِ مينهَڙا،
صاحِبَ هَٿِ سُڪارُ، هِنَ وَسِ آهينِ هَٿَڙا.

آئون نہ گڏي پرينءَ کي، پويون ڏيو پساهہ،
سڪان ٿي سڪرات ۾، رويو پيچان راهہ،
شالَ مَ وڃيم ساهہ، ڏاران پسڻ پرينءَ جي.

(15)

رڳن ۾ رڙ ٿي، ڪر سارنگيءَ ساز،
ايءُ عشق جو آواز، ماڙهو رکن منڌ ٿي.

# سر ديسي

مُنِيَس ! جهَلِ مَهارَ ڪَنِيَس ! ڪاهِ مَ ڪَرَهو،
مُون نِماڻيءَ جي نِجهُري، پيرو ڪَج پتَسارَ !
ساڄَنَ ! توهان ڌارَ، ڏِنمِ ڏينهُن قِيامَ جو.

ڏاڳهَنِ، ڏيرَن، ڏونگرَنِ، تنهي ڏِنمِ ڏڪَ،
سي سَيُ پانيمِ سُکَ، هيڪاندِ ڪارڻِ هوتَ جي.

ڏاڳهَنِ، ڏيرَن، ڏونگرَنِ، ڏکَنِ آئون ڏِڏي،
پُيچان پيرُ پُنهونءَ جو، وِجهانِ وکَ وِڏي،
لِکِئي آئون لَڌي، ناتَ پَٿَنِ پَنڌَ ڪيرَ ڪَري؟

اڳڻَ مَتي اوپِرا، جڏهن ڏِنَئي توڏا،
وَنگيءَ نَ وارِن سين، تَن گورن جا گوڏا؟
تَ لَکَنِ جا لوڏا، هوندَ نَ سَنئي سَسُئي !

اڳـــي اٺَ رَڙَنِ، مـــون پيـــري مـــاٺِ تـــــيا،
پلاٽينـدي پـاڻَ ۾، ڪـُـچيو ڪـِـينَ ڪـُـنن،
ڪا جا مامَ مـُـنن، هـِـن پڻ هـُـئي هـُـن سين.

ديسي سيڻَ ڪَجَـنِ، پَـرديسي ڪَـهڙا پِريـن؟
لـَـڏيو لاڏوڻــا ڪـَـيو، پنهنجـي ديـس وَجـنِ،
پـُـڄاڻا پِريَـنِ، ڪـَـجي بـَـس پـَـنيورَ ڪـان.

ڏُرِيـان ٿـي ڏاريا، مـِـٺَ مـُـئيءَ جا نـه تـِـيا،
مـَـدي ڏيـرَنِ مـَـنَ ۾، ڪـِـليو ڪـِـيڪارِيـا،
صـُـبوحَ تـبي سـارِيـا، تـه اٺَ نـه اوطـاقنِ ۾.

اٺَ ويـري، اوٺـارَ ويـري، ويـري تيـڙَمِ ڏيـرَ،
چوٿون ويري واءُ ٿيو، جنهن لـَـٿـِـيا پـُـنهونءَ پير،
پَنجون ويري سجُ ٿيو، جنهن الـَـهي ڪي آويرَ،
ڇَـهون ويري ڇَـپـَـرُ ٿيـو، جنهن سـَـنوان ڪيا نـه سيرَ،
سـَـتون ويري چـَـنڊُ ٿيـو، ڪـِـڙيو نـه وَڏيءَ ويـرَ،
واهيري جي ويرَ، ڇـُـلونَ ڪـَـرِيـان ڇـَـپـَـرين!

اللهُ ڪارڻِ اونيا ! ڪَرَها مَ ڪاهيو،
جانبَ! جَڏي جيءَ جو، آڳانيدو آهيو،
لاڳاپو لاهيو، مَتان مُنهنجا سُپرين!

ڪيچان اوري ڪيترِيونَ، مَعذورِيون مُيونَ،
واٽونَ ويهه ٿيونَ، ڪُهڻ ڄاڻا ڪيهي ويا ؟

اَلا! اوءِ، اَڄَن جن آئي مَن سَرَهو ٿئي،
پَسان مانَ پَرِ ڪنهين، جَتَنِ سَندي جوءِ،
لنگهي لڪ لَطيفُ چئي، سُٺيان هوتَنِ هُوءِ،
گولي ٿيان گلبوءِ، جي سڄاڻان ساٿَ ڏٿي.

ڪيچان آيو قافلو، طَرَحَ موچاريءَ توڏ،
سينگارِيائون سَيدُ چئي، ڪَرَها مَنجهان ڪوڏ،
لَڪُ لَهي ٿي لوڏ، جيجان! تن جَتَنِ جي.

نکو کيچ پَنيونُ نَکو مائٽُ مُنڌَ جو،
هورُ مِڙوئي هِنَ کي، هوتَن کونهي هورِ،
زاريءَ ڌاران زورُ هَلي کونہَ حَبِيبَ سين.

جئن سو هَرَڻُ هَنا،ُ سَرگردان سَنسارَ ۾،
هِيءُ پَڳُن کوڙين پَٽِئين، هُو ڏَڙَسِرِ ڏارنہ ساهُ،
جيکُسِ تَنِ مُلاءُ، سَسُئيءَ سُورَ پِرائيا.

ٿَمَرُ جنيِن نہ ساڻ، هوتُ حِمايتي تن جو،
کَري چيچَ چَپَرَ ۾، پُنهون ايندو پاڻَ،
تِيندي ريجهہَ رِهاڻِ لَطي مَنجهہ لَطيفُ چئي.

(17)

جَبَلُ مَاري جَنَکَ، جو آڏو آرِيچَنِ کي،
توڙي لَکَنِ لَکَ، سَپِ لَنگهنديسِ سَکَ سين.

جي تو بيت پانئيا ________________

آڏ تراڇا، اهُڙا، ڏونگر ڪي ڏاڪا،
ڪَيَمِ آهَ عَجيبَ ڪي، سِڪَ مَنجهان سا ڪا،
پيئي هِتيڪي هوتَ ڪي، ڪُوڪَ وجي ڪنِ ڪا،
مُنهنجو وَسُ وا ڪا. ٻُڌَڻُ ڪَمُ ٻَروچَ جو.

ڪوڏَرِ نہ ڪاتي، جنهن سين تَڪَرُ ٽاڪِيان،
جيڪو جَبَلُ لَنگهِيان، سو هَيبَت جو هاتي،
پِرِينِ جا پاتي، سا جَتَ جِيئَري نہ لَهي.

سِڪي جان سُتياسِ، تان سڪَ سُمَهَڻُ نہ ڏئي،
جاڳي سُتيسِ جن لَئہ، سي آيا تان نہ اٿياسِ،
پينَرُ! آئون پُلياسِ، نہ تہ سِڪَ سُمَهَڻَ ڇا لَڳي؟

ٻَنهوءَ سين پِرِيت جو، ڪو جو ٻيجُ پيومِ،
پَنيي هِنَ پِنيورَ ۾، وِهَڻُ وِهَ تِيومِ،
مَتيون موٽَڻَ سَنديون، ڪاڪِيون! ڪيم ڏِيومِ،
سَرَتِيون! ساهُ سَندومِ، تِيو حَوالي هوتَ جي.

# سر ڪوهياري

غافِلِ! غَفِلَتَ ڇوڙِ! تُون ڪِيئَن اَٽاسي! اوجهِرِين؟
ڇُپاتا ڇَڙهي ويا، وجي پَهُتا توڙِ،
نيٽِين ننڊَ اکوڙِ، جِمَ وَرَنِ ؏ واڪا ڪرين.

سَنجهي رَهِين سُمهي، غافلُ! مَنجهِ گهَرَنِ،
ليڙين جو لَطيفُ چئي، ڪو ڳَلُ سوءِ نه ڪَنِ،
سي ڪيئَن مُحِبَ مِڙَنِ؟ جي سَنجهي رَهَنِ سُمهي.

اِيءُ ڪَمُ ڪَميٽِينِ جئن سُمَهَنِ پيرَ ڏِڳها ڪَري،
لوڄِين ڇونه لَطِيفُ چئي، هارِي! لَٿي هوتَنِ،
نِندان نِياڳِينِ ڪي، اويا الا اَچَنِ،
سي پُنهون ڪوه پُڄَنِ؟ جي سَنجهي رَهَنِ سُمهي.

ڏونگرَا مُون نہ ڏکوءِ، آئون اِگَ ڏکوئي آهيان،
سارِيان کونہَ سُکوءِ، سورُ گهَٽيي سَنيِران.

ڪي جي ڪَديا پارَ، ڏکيءَ ڏونگرَ پاڻ ۾،
سُٽي سا تَنوارَ، مِرونَ پِيا مامِري.

جيهِي جي تيهي، تہ بہ پانهي پاروچَنِ جبي،
حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪَمِيٽيءَ ڪيهي،
اَصُل آريءَ ڄامَ جي، پَلءِ آئون پيئي،
هُوءَ جا پاِئينِ پيرَ ۾، تنهن جُتيءَ نہ جيهي،
وِساري ويهي، تن ڪيچِيُنِ کي ڪِيئَن رَهان؟

(18)

حَقيقَتَ هِنَ حالَ جي، جي ظاهِرُ ڪَريان ذَري،
لَگِي ماٺ مِروئَنِ کي، ڏونگرَ پَونَ ڏَري،
وَجَنِ وَڻَ بَري، اوپَرِ اُپِري ڪِينَ ڪي.

# سُر حُسيني

سَرَتيون ! سُڄي سُڄَ، مَتان ڪا مُون سين هَلي،
پاڻي ناهہِ پَندُ گھٽو، اِڳيان رائو رڳي رڃَ،
مَتان مَري اڄَ، ڪا ڏِئي پاراتو پِريَن کي.

سُئيٰ ڪا تَنوارَ، ڪي هُنئين تي هَٿَ ڪَٽين،
سَوين روليوَن سَسُئيون، هوتاڻَنِ هزارَ،
پاروچاڻا پارَ، توڙان تَرسُ نہ سِگھيا.

ڪي ڏَرَتَتِي ماءِ! ڪي ڄَرَ سَندي سَڄَٽين،
هَلي ۽ واجھاءِ، ٻِنين ڄيرَنِ وچَ ۾.

مَتيان مَتي مَڇَ، ٻَريَمِ باروچَنِ جو،
مُون ڪي طَعنا تي ڏِئين، جئن نہ پَروڙئين سَچُ،
اَمڙ! اوري اڄُ، تہ سِٽَ سُٽايَئين سُورَ جي.

جي تو بيت پاڻيا ___________

تـمـَـــنِ نيــڻَ رَتُ وَهــي، چـُــنّاڪا ڪـَــيو،
مـُــون ڪــي ڏَنءُ ڏِيـو، اَئـِـــين ٿـا وَجـو اوِنيـا!

پـَهــِي ڪا مَ پــِجاءِ، اَمـَـڙِا! مـُـنهنجي آسرِي،
ڏيئي لـَـتَ چـَـرخي ڪـي، پـُــوِٽيـون پـاٽيءَ پـاءِ،
ڪـَـتـِيـُمِ جنهـِين لاءِ، سو ڪـوِهيـارو ڪيچ وِيـو.

آتـَــڻِ چـَـوَنِـــمِ ڪـَـتُ، تاٽيـان، تـَـندُ نـه نڪـري،
پاٽـا رِوئـي رتُ، چـَــرِخـو مـُــون چـِــڪَ ڪـَـيو.

ڪوءِ هاڙهو! بـَـنِ هوتُ! ڪوءِ پـُنهون، پـَنِ پـِرِيتـَـٽو!
مـادَرِ! مـُــون تـان مـُــوتُ، پـَـسـَــٽان پـِرائيــو.

جنَّـن جنَّـن تـَـبِي ڏينهـُـن، تئَـن تئَـن تاٽي پـَـندَ ۾،
ڪـو آڳانجهون نِيهــن، بانيــڻِ باروچـَــنِ سـين.

جان جِــئين تـان جَــلُ، كـانهي جاءِ جَـلَــڻَ ري،
تَــتيءَ ٿـڌيءِ هَــلُ، كـانهي ويـل وِهَــڻَ جـي.

۱۴

تتـيءَ ٿـَـڌي كاهـِ، كـانهي ويـلَ وِهَــڻَ جـي،
مَــتان ِتئي اُونداهـِ، پير نـہ لَـهِــين پِريـنءَ جـو.

هـُيـَــسِ جـي آئــون، بـانهي باروچَــنِ جـي،
هـوُنـدَ نـہ ڇـَــڏِيـائون، ڏكـيءَ كـي ڏكَــنِ ۾.

ساٿي نـہ پَسان سي، جي هُئَرِ هِنئَين ٿـُوٽِيوُن،
هـاٿي كنـِــين جــي، وَڃيــو اَڳــڙِ اُيــِيان؟

مـُون سـَـڏِيندي سَـڏڙا، سـاٿـي سَــڏُ نـہ ڏِيـنِ،
وِلَـــهيءَ جـي وَٽـاڻ تـي، تـوڏُ نـہ تـَــنوارِيـنِ،
هيـڏا هاجـا تِيـنِ، بـسـُري هـِــنَ پـَــنيورَ ۾!

ڪَهان، تان ڪيچان پَري! وِهان، تان وَٽ مُون!
پُلي ڏوريم پون، عَبثُ آريءَ ڄامَ کي.

ڪِنين ڪنِين ماڙُهئين، گونڌرُ وڏي وَٽَ،
ٻڌي گوڏِ گرَٽُ، ساٿو ڪَجي سُورَ جو.

سُورا! مَ وڃيجاءُ، سَڄَڻَ جِئَن سانگ ويا،
پِريِنءَ پُڇاڻاءُ، آئُونَ اُوهان سين آهيان.

سُورَ ٻہ پَتون پَتِ، هِي ڇُڙڪيو ڪي پيو،
پِريتَڙي پِرينءَ جي، ماءِ! مُنجهايَمِ مَتِ،
پينَرُ! پَليءَ پَتِ، لَڳمِ ٻاڻ ٻَروچَ جو.

ڏُکَ لڳو ڏونگرَ ٻَريو، پينَرُ! ڪاڙهي پُون،
مَنان لاٿو مُون، سَندو جيئَڻَ آسرو.

ڏکويـوَن ڏيهـان، جيڪـُس لـَــڏي ويئيــون،
هاٿي ڪـِـن مـُـلان، پـُـڇان پِريـَنِ خـَبـَــرون؟

ڏِکيوَن جان نـہ مِـڙَنِ، تـان تـان پـَنـَــڻ نـہ تِئـي،
پِيونَ هـُنـَئـِين هـَـٿَ هـَـٿَـنِ، روئنديون روُئـَـڻَ وارِيون.

نـہ ڪـي رُئـَـــڻَ واريـونَ، نـہ ڪـي اوسـارِيـنِ،
مـُنهيـَن ڪي مـارِيـنِ، مـُـنهينِ سـَـندا ڏُکـَـڙا.

سـُورَ وراهِيـان سـَرَتـِـيون! جـي وِراهِيـا وَجـَـنِ،
پِيونَ ڪوهـُ پـُجهـَـنِ؟ جن سـَـندا تـن سامـُـهان.

مـُٺ مـُٺِ سـُورَنِ سـَيـَڪـَنهـِين، مـُـون وَٽِ وَتـاڻ،
پـَـرَيـونَ ڪـَـيو پـُـٽانِ، وِيـا وِهـائـوُ نـِــڪري،

ڏکَ سَکَنِ جي سونَهن، گهوريا سُکَ ڏکَنِ ري!
جنين جي ورونَهن، سَڄَڻُ آيو مان ڳري.

پُڄَڻِ سي پَسَنِ، جڏهن تڏهن پرينءَ کي،
ڏورينديون ڏِسَنِ، اگڻَ عَجيبَنِ جا.

(٣٠)

ڏوريان، ڏوريان، مَ لَهان! شالَ مَ ملان هوتَ!
مَنَ اَندَرِ جا لوچَ، مَيچُڻِ مِلَڻَ سان ماني ٿئي.

جيڪا ڪَندي سَنگَ، مُون جنَن پاروچَنِ سين،
اَنگَنِ چاڙهي اَنگَ، رُئَندي سا رَتَ ڦڙا.

ڇيجَ مَ قَطاران، ساٿُ چَڙهَندو لَکيِن،
مَيڇَڻِ تِئين پُٺان، وڳَ واٽَ ٿي نہ لَهينِ.

رُئان تان راند، ڪِلان تان ڪامي هينئون،
اَڪَڙِيون ويساندِ، پِرينءَ گڏجي ڪَنديون.

نہَ ڪي تي جِئان، نہَ ڪي مُئي آهِيان!
ساجَنَ! ساهہُ ڏِيان، توکي سارِيو سُپِرِين!

توَن جي ڪَالهہ مُئي، تہ ڪالَهہ ئي گڏي پرينءَ کي،
ڪَڏَهن ڪانہ سُئي، تہ ڪا سَگهي گڏي سَڄَڻين.

اِڱي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارڳَ ۾!
مَتي پوءِ پِريان، خُونُ منهنجو جيڏِيون!

وِهِين ۽ وِيلا ڪَري، پَڄِين تي پانڌي،
هاري! هيڪانڌي، ڪنهن پَرِ تيندينءَ هوتَ سين.

پاڙي ناهہَ پَـروڙَ تہ ڪا راتِ رَنجائي گذِري،
بانَــيڙِ باروچـَـنِ جـي، گهـائي وِڏي گهـورَ،
هِـڪَ سَبَسـُئي پيا سـُـورَ وِيـا پِنيندا پانڌَ ۾.

هـُوءِ جي سورَ سَـڄـَنِ سي مـُون پِينگهي ۾ پرائيا،
سانڊِياسِ سـَڪَـنِ، سـورَنِ ڪـارَڻِ سـَـرتِــيونِ!

ســورَنِ ســانڊياسِ، پـُـــورنِ پــالي آهيـــان،
سـُڪـَـنِ جي سـَـيدَ چئـي، پـُـڪي آءُ نہ پِيـاس،
جيڪـُس آئون هـُـياسِ، گـري گـونـدَرَ وَلِ جي.

سـِرِجي، تـان سـُورَ سـامائي تـان سـُـڪَ وِيـا،
اِهـي بـَـئي پـُـورَ نـِـماڻي نـَصـِـيبُ تِيا.

متـان تئيـن مـَـلورَ، ڪيـن آڳاهـُـون آهيـان،
ڏِسَـڻَ ۾ ڪـَـرَ ڏورَ، حـَـدَ بنِـين جي هيڪـِڙي.

آچا راتِ رَتومِ، ڪوڙ ڪوهياري ڪَنجُرو،
پينـَر! پڇايومِ، سُياٽي سورَنِ سين.

سَرتُينِ سَهَجَ مَنجهاءِ، تي ڪوڙ وراهيا ڪَپڙا،
تڏهن منهنجيءَ ماءُ، تي پَهَڻَ آڇيا پَپَ جا.

ڪَڏهن ڪَڏهن جيڏيُون! ڪو پَهُ اچيو پوءِ،
سو پڻ ساڙو هوءِ، هيُ جو ساهُ سَريرَ ۾.

سُپيريان جي ڳالهڙي، رڳو رَنجائو،
ڏونگرِ ڏولائو، ڏيندا مُون ڏيرَ ويا.

گهوڙَن هَنيوُن گهَٽيوُن، اُنَنِ هَنئي آنءُ،
جا نينهَن ڳنهَندي نانءُ سا مُون جئَن پوندي مامري.

هَيءِ تو وجي هوتُ، آئون ڪِـي اڳيَـري ٿِيان،
مَـتان چَـوءِ بَـلوچُ، ڪـَمـيِـٽيءَ مـان ڪـِـينَ ٿِيـو.

"ووءِ! ووءِ!" ڪَندي وَتُ، مَـچـُـڻِ ووءِ ! وِسارِئيـن!
پـاٽـي هـارِ مَ پـَــدرو، روءُ مـَــنجهان ئــي رَتُ،
صَـبـُـرُ وڏو سـَـتُ، سـِـگها ميـڙي سـُپـِـريـن.

جـَــڙَ جِئـَـري جـن سـينَ، مـُـئي پـڻ سـين تــنِ،
جي هِتِ نہ هوتُ پَسَنِ، سي ڪنهن پَرِ ڪيچ پَسَندِيون؟

سَـرَتـِـيون! سـُـورُ پِـريَـنِ جـو، سـُـجـُـن ۾ شـامـلُ،
ڪـوهِيـارو ڪـامِـلُ، مـُـون ڪـي ڏُکَ ڏيـکـارِيــو.

سـَـچـَـــڻُ ڏِنــو جـنِ ، موتـَــــڻُ تــن ميهـَـــٽـو،
اي مَـرَڪُ مَـعذورِنِ ، جـِئَـن مَـرَنِ پِـريان جي پيرَ تـي.

وَرَلَــڪَــنِ جي لوڏَ، گھورِيا سُــڪَ پَــنيورَ جا!
اَمَڙِ! جي تُـون آڃِـئين، سي ڪَـمِ نہ اَچَــنِ ڪوڏَ،
هــِـنئين منهنجــي هـوڏَ، بَــڌِي باروچَــنِ سـين.

اڳي اِيئَن هُياسِ، جيئَن پُنهونءَ ڏوتَـمِ ڪَپِـڙا،
هاڻي اِيئَن تِياسِ، جِـيئَن جَـتَ نہ نِينَـمِ پاڻَ سين.

ڏڪــويُــنِ اُهــِـجاڻَ، ڪلهــي ڦــاٽو ڪـَـنجـُــرو،
وَجَــنِ گــونـدَرَ گـڏِيـونَ، لـوڪَ نـہ آڇيــنِ پــاڻَ،
سورَنِ اَسان ساڻَ، نَــنڍي ئــي نِينهــُـن ڪَــيو.

ڪـُــلهي ڦــاٽو ڪـَـنجـُـرو، مـَــتو اُگھــاڙو،
پينــَـرُ! ڪـُـچاڙو، مـُـنهنجو هــِـنَ پـَــنيورَ ۾؟

سَـجَــڻُ ڏِنو جـَـن، تــن ڳِــچي سِر ڳھـُ ڪَــيو،
پِيونَ ڪوهـُ پـُجـَـهنِ، قـَـدرُ ڪـِـيمـِـيا اِنَ جـو؟

# سُرُ ليلا چنيسر

هُئِينءَ تہ گھڻو هوشِيار؟ ڪلهَ بہ هيئي ڪانڌَ جي،
تو پانيو موچاريُن ڻيان، ڳچيءَ پائي هارُ
ڪانڌَ ڪوڙيءَ جو نہ وڻي، سَئين پَتين سينگارُ
وَهَمَ لَهي وِينجهارُ دِليون پَرکي داسَڙو.

ڏاهي هُيس ڏيهَ ۾، سَرتين مَنجھ سُڄاڻ،
ڪا جا پِيَمِ ڪاڻ، جِئَن مُنهَن مَتاهون نہ ڪَڻان.

آلا! ڏاهي مَ ٿيان ! ڏاهيون ڏکَ ڏسَن،
مُون سين مُون پرين، پوراتيءَ ۾ پالَ ڪَيا.

وڏيري هُياس، چنيسرَ جي راڄ ۾،
ڌُلين دَمامين نَقرين، ٿي پَلپَل پڇياس،
ڏولي ڏيلياس، تِيَس ڏهاڳڻِ ڏيهَ ۾.

مـَـــٽئي مٽـي مـوهجـي، هـاري ڳـَـــيڙءِ هـارُ
ڪـوڙيـن ڪـَيا ڪيتـِـرا، اِنهـيءِ خـَـرَ خـُـوارُ
يـِـــري وِيـو يـَـــتارُ آيـئـي ڏنـوئن ڏهـا ڳـَ جـو!

مـَـٽئي مـَـتي جي هـُـئا، تـن چِتـَـنِ ڦيـرِيـُـمِ چِتَ،
هـارُ ڪـَـــتنديـسِ هـوڏ ۾، نيـــَـبهـُ تيـنـدمِ نـتَ،
ڪـَـوئُروءَ جـو ڪـرِتُ، مـُونُهـان مـَـتاهونِ ٿيـو.

چـَنيســَـرَ جـي چِـتَ ۾، ڪـي جـو اڳُ هـُـئي
تِهـان پـوءِ ٿيـو، مـَـــٽئي مـَـــتي مـامِـرو.

پـُـوچا ڏِنـَـم پيـرَ، ڏِڪـَــــڻَ مـَـــتي ڊولَ جـا،
مـُون يانِئيو تنهـن ويرَ، ڪوجِهـي ڪـَندو پـَـريتِڙي.

ڏهاڳان سـُهاڳـِـڻيـُـون، ڪـَـهڙي ڏوهـِ ڪـَنبـَـينِ؟
وَرُ وِڏوڻـو اِيهـِـين، جِئـَـنِ جِئـَـنِ پـاڻَ پـَـسـَـنِ.

جي ٿو بيت پاڻيا ______________

گھوريو سو سُھاڳُ، جنھن ۾ پَسين پاڻَ کي!
ڏوري لَھُ ڏھاڳُ، جنھن کَر لاھُو داسَڙو.

جي ڪارُون آڻين ڪانڌَ کي، تہ روئي رِيجھائج،
لِيلا! لِيلائج، اَتيئي ماڳُ مِنَتَ جو.

جي ليلائي نہ لَھِين، تہ پڻ ليلائيج،
آسَرَ مَ لاھيجِ، سَچَڻُ باجھِيندڙُ گھڻو.

چَنيسَرَ سين چاءُ، مَتان ڪا مُنڌَ ڪري،
ڪانڌ ڪَنھِين جو نہ وڻي، گِيرَبُ ۽ گاءُ،
جي تِڙي تورڙِياءُ، تہ دوسَ دَسائي داسَڙو.

سَيئي سُھاڳِڻيُونُ، سَيني ڳِچيءَ ھارَ،
پَسَڻَ ڪارَڻِ پريِنءَ جي، سَھسين ڪَنِ سِينگارَ،
ڍولُ تنيِن جي ڍارَ، ھيڻانھِيُونُ ھَلنِ جي.

اَوڳڻَ ڪَري اَپارَ تو دَرِ آيَس داسڙا،
جِنَ تو رُسَڻَ سَنديون روح ۾ ، تنَ مون پيٽي ناهه پَتارَ!
سائينءَ لڳِ سَتارَ ! ميٺِ مدايون منهنجون.

ڍولا! ڍيلِ مَ مون ، ڪانڌَ! ڪَميٽي آهيان،
سِڪَ تنهنجي سُپرين! پيري وِڌَيس پُون،
مُون وَرُ تُون ئي تُون ، تو وَرَ وَهُون ڪيترِيُون.

ڪوڙين تنهنجون ڪامٽيُون ، تون ڪوڙين سَنلو ڪانڌَ،
مُون ڪي چَڌِ مَ داسَڙا! تَه وَجان نَه وِٺوانڌُ،
مُون ڳچيءَ ۾ پاندُ، تو چَنيسَرَ هَٿَ ۾ .

# سُرُ مومل راڻو

کالهہ گَڏِيوسُون کاپَڙِي، جَهِڙو ماهُ مُنِيرُ
فَيضُ، فِراقَ فَقِيرُ، جوڳِي جاڳائي وِيو.

کالهہَ گَڏِيوسون کاپَڙِي، پَهَرَ سجَ کانپوءِ،
پَسيو سُونهن ساميءَ جي، رَتَ وَرِنسو روءَ؛
جو مُنهِن مُومَلِ جي پوءِ، موٽَڻُ تَنهِن مَسِ ٿيو.

بيکاريءَ کي بَرَ ۾، وِيو کَيفُ چِڙهي،
ڳالهيونَ کَندي کاکِ جُون، ڳوڙها پِيَس ڳَڙي،
کا جا اَنگُ اَڙِي، جِئَن چِنا ٿَتَ چِڙِي پِيا.

جوڳِيءَ تي جَڙاءُ، نِسورو ئي نينهن جو،
پَتَنگ جِيئَن پَيدا ٿِيو، سامي سجَ وڙاءُ،
آيو کاک تڙاءُ، کنوارِينِ کِوريو.

گـُـجرِ كـي گجميـلَ جـُـون ، تـارَنِ ۾ تـَـبـَـــرون،
هـَــٽي حـاڪمـيـنِ كـي ، زورَ پـَـــرِيُـون زَبـَـــرونَ،
ڪاڪِ ڪـَـنڌيءَ قـَـبـَروَنَ ، پـَـسو پـَـرڏيهـِـينِ جونَ.

مـُـومـَــل كـي مـَــجازَجـا ، اكيـن ۾ الـمـاسَ،
نـَـ كـا عـامَ نـَـ خـاصَ ، جـي وِيـا سـي وَڍِيـا.

هـَـلو هـَـلو ڪـاڪِ تڙين ، جـتـي نينهـَـن اچـَــل،
نـَـ كا جهـَـلَ نـَـ پـَـل ، سَـيـُـكا پـَـسي پـِـرينءَ كي.

هـَلو هـَـلو ڪـاڪِ تـَـڙين، جتي گهـَـڙجي نينهـُـن،
نـَـ كا راتِ نـَـ ڏينهـُـن، سَـيـُـكا پـَـسي پِرينءَ كي.

جـَـهـِـــڙا گـُـلَ گـُـلابَ جـا، تـَـهـِـــڙا متـِـــنِ ويـسَ،
چوٽـا تيـلَ چـَـنبيـــليا، هـا هـا! هـُـو! هـَـميشَ!
پـَـسيو سـُـونهـَـن سَـيدُ چئي، نينهـَـن اَچـَـنِ نيشَ،
لالـَـڻَ جـي لِبيـسَ، آتـَـڻِ اكـَــرُ نـَـ اچـَــهي.

ئي تو بيت پانئيا ____________

رڃي جي رينُو ٽِيا، ڪِينَ اُڀاٽِجَنِ اوءِ،
ڪُنيُ نہ ڪاري تنهن ڪي، جو هالاري هَوءِ،
توڙي ڏوڀي ڏوءِ، تہ لالي تهين نہ لهي.

ڪاڪِ نہ جهَلِيا ڪاپَڙي، مونِيا ڪَنهِن نہ مالَ،
سوڍيون سِجهائي وِيا، هَٿِڙا جنِين حالَ،
جي ڇورِيُنِ ڏِنا ڇالَ، تہ بہ لاهوتي لَنگهي وِيا.

شَمَعَ ٻاريندي شَبَ، پِرهَ باڪُون ڪَڍِيُون،
موٽَ مَران تي مينڌِرا! راڻا! ڪارَڻِ رَبَ،
تنهنجيءَ تاتِ طَلَبَ، ڪانگَ اڏايَمِ ڪاڪِ جا.

اُڀي اُڀارِيامِ، نِڪَتَ سَپِ نَئي وِيا،
هِڪ مَيو پِيو مينڌِرو، راتِ سَڀِي سارِيامِ،
ڳوڙها ڳَلِ ڳاڙِيامِ، سورَجَ شاخُونَ ڪَڍِيُون.

وَٽ سوريندي وِلَهه، وِيو تيلُ ٻري،
موٽ مُسافِرَ سَپِرين! چانگي تي چڙهي،
راڻي لاءِ رڙي، ويئي وِهامي راتڙي.

ڪتين ڪرَ موڙِيا، ٽيڙوُ اُيا ٽيئي،
راڻو رات نه آئيو، ويلَ ٽري ويئي،
ڪُوءِ سا ڪاڻي راتڙي! جا پِرين ري پيئي،
مُون ڪي ڏٺءُ ڏيئي، ڍوليو ڏِٺ قراريو.

جا ڀُون پيرين مُون، سا ڀُون مَتي سَجَڻين،
ڏُڪَ لتبا ڏوڙ ۾، اُيي ڏناسون،
ڏِينهَن مِڙيئي ڏُون! اتي لوچِ لَطِيفُ چئي.

رُسُ مَ رُسَنڙَ گهورِيو! چَنڊ راڻا! ريڏائي،
مُنهنجي مينج مينڌِرا! عاقِلَ اِڳلائي،
لِپيتج لَطِيفُ چَئي، ڪامِلَ! ڪچائي،
ڪَرِ مَعافُ مَدائي، تہ سوڍا سُڪِياڻي تِيان.

ڪـاڪِ ڪَـتڙهي وَڙَ وِيـا ، لـُـوڻو لـُـڏاڻو
تـو پـُـڇاڻا سـُـپرِيـن! آتـَـڻُ اُجهـاڻو
مُيـنِ سـين مـاڻو ، مـُناسـِـبُ نـه مينـڌِرا!

ڪـَـري مـوتَ مينـڌِرو، جـي لڏاڻِيـان لالَ،
گهَـرُ مـِـڙيئي گهورِيان، هـُوند پنهنجـو حـالَ،
راڻـي ڏاران راڄَ ۾، مـُـون نـه گهـُـرجـي مـالَ،
سوڍِي ڪـي سـُوالُ، ڪـَرِيـان تـِـي قـربَ جـو.

ڏَٺِ مَ وَجـجِ ڏولَ! ڪـاڻِيـاري ڪـاڪِ ڪُـَـري!
آئـون اڳهـِـين آهِيـان، پـَـڌي تـُـنهنجي ٻـولَ،
توڪـي ساري سـُپرِيـن، رنـُـم مـَنجـهه رَتـولَ،
ٽِڪاڻـا ۾ ٽـولَ ، وِسـهـَ مـُـون وِهـُ ٽـِـيا.

ويـٺـي نِـتُ نهـارِيـان، راڻـا! تنهنجـو راهـُ،
موٽـائي مـاڳِنِ ۾، آڻيـنـدوءِ اَللهَ،
سـوڍا! تـو ڳَـرِ سـاهُ، نـا تـه راڻـا گهـَـٽا راڄَ ۾.

جي تو بيت پانئيا ________

راڻـي سـَـندو روح ۾، پـَـسو! پـَـڳهُ پـيوم،
پيـڙيءَ جنـَـن پـَـڌي ويـو، سـوڍو سـاهُ سـَـندوم،
وهـَـڻُ وهـنُ تـيوم، جـاڳيـو تـي جـَـرُ هـاريـان.

ڍولـي ڏُکـيـي آهيـان ، هـئيـَـسِ اڳهـاڙي آنءَ،
رکي پنهنجو نانءُ ، ڪـَـڪـَـرُ ڪـَـيائينمِ ڪاڪِ جو،

سـوڍا! صـَـبرُ تـُـنهنجو ، مـَـرَڪُ لـَـڄايـُـنِ،
چـُـپِ سـين جـي چـَـوَنِ ، اَدَبُ ڪـَـجي انِ جـو.

مـوٽي آيـو مـُـنهَن ۾ ، سـَـوڍا! شـَـرمُ جـَـنِ،
سـي لـَـڄايون لـُـڇـَـنِ ، پـَـسِيو عـَـيب اِڱـيان.

راڻـي جـي رِهـاڻِ مـان ، ڪـو آديسـي آيـو،
چوڏهين ماهُ چـَـندُ جـِـئن ، ڪـَـيو سامـيءَ سـَـهائو.
لـَـتو اونداهـو ، جوڳـيءَ سـَـنديءَ جـوتِ سـان.

نَئون نِياپو آئيو، راڻي مُلان راتِ،
لَڌيسون لَطيف چئي، ڪَنان ڏاتَرَ ڏاتِ،
ڪَهڙي پُڇين ذاتِ، جي آيا سي اگهِيا.

ڪيڏانهن ڪاهيان ڪَرَهو، ڇَوڏِس ڇڻاٽو،
مَنجهين ڪاڪِ ڪڪوري، مَنجهين لُڏاٽو،
راڻو ئي راڻو، ريءَ راڻي پِيو ناهِ ڪو.

# سُرُ مارُئي

اَلَــسْتُ بِـرَبِـکُــمْ، جـَــڏهن کـَـــنِ پِيـومِ،
قَـالوا بَـلـَـيٰ قـَـلب سين، تـَـڏهـــن تـتِ چـَـيومِ،
تَـنهـِـين وير کـَـيومِ، وَچـَــنُ ويڙهيچـَــنِ سين.

نَــکا کـُـنَ فَـيَـکُـونَ هئي، نَــکو لِــڳ لَـحَــمَ،
بـَــــسنيو هــو نـــ بـــُـــتَ ۾، اَجـــا آدَمُ،
مـُـون تـڏهِـن سِين سـُـڱُ، اُها ساڃاهہ سـُـپرِيـنِ!

قِـسمـَـتَ قـَـيدُ قـوي، ناتہ کـَـير اَچـي هــِـن کوٽَ ۾؟
آڻـي لِـکـِـئي لـوحَ جـي، هـَـنڌُ ڏيکـارِيـس هِـي،
پـَـرچي کـِـينَ پـَـنوهارَ رِيءَ، جانِ، جـُـسو ءِ جـِيُ،
راڄيـــا! راضـــي تــِـيُ، مــارُنِ مــِــلي مـارُئـــي.

قسمتَ قَيد ڪَياس، ناتہ ڪَير اُجي هِنَ ڪوٺَ ۾؟
وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيهِ مِن حَبلِ الوَرِيد، وَطَن آءُ ويندياس،
مارُنَ ڪي مِلندياس، ڪوٺيوُن ڇڏي ڪَڏهين؟

نہ خَبَرَ نہ خُوابُ، نَڪو اوٺي آئيو
هُتي جو هِت ڪَهين، ڏِنو ڪونہَ جَوابُ،
هَميرَنِ حِسابُ، ڪُهہُ ڄاڻان ڪِئن ٿيو؟

آءُ تہ اکيين اگهان، جي پائرِ ڏِنءَ پيرَ،
اللهَ لَڳِ لَطيفُ چئي، لاءِ م تون اَويرَ
ڪونيين گهاري ڪيرَ؟ مَحَلين مُنجهي مُون هينئون.

اَلا! اوٺي آئيِن، جي نياپا نين!
آئون اُنين جي آهيان، توڙي مُون نہ مَنين
مَسُ منهنجي هَٿَ ۾، ڪاغَذُ ڪي نہ اَنين،
لُڙِڪَ نہ لِکَڻُ ڏِينِ، ڪِريو پَوَنِ قَلَمَ تي.

تَــرَ تَــرَ اَنـدَر تــانءُ، وَنهــِـين ويڙيچـَــنِ جــو،
ســيِ تنهنجـو ســُومـِرا، ويـٺــا ڳِنـَـهـَــنِ نـانءُ،
اتــي وينـديِـس آنءُ، لوئــيءَ لـَــجَ مـَـــتي كــري.

سـِـبيَ، سيبا ڏي، پـوريءَ نِينهـُـن نـہ كـَـچو ئـي،
كـَـتيءَ وَٽـِــيون كـُـٻتيون ،سـَــتي سـيوي ســي،
مـَـحـُـٽِ چونِمِ كـي، تـہ لـَـڄائيـيءِ تـَـرَ ڄائيـوُنَ!

پـَــٽولا پـَــنوهارُيَـونَ ، مـُــورَ نـــہ مـَـــتي كـَــنِ،
جـہ ُ لاكَ رَتـائون لـوئيـون ، تـہ سالـــنٺان سـُونهـَــنِ،
انَ ايـلا چِـــنٺوُنَ آڳـري ، بـَـخِـمـَـلَ بـاِفتـَـــنِ،
سـَـكـَـرَ پانِئيان سـُومـِرا! كـَـتِـي كان كـُـهـنبـَـنِ،
جا ڏِنيـِـمِ ڏاڏَٽـَـنِ، سـا لاهِينـدي لـَــڄ مـَــران.

سَـــونَ بَـــرابـَــرِ سَــڳِـڙا، مــاروءَ سَــندا مـُـون،
پَـــٽـــولا پـَـنـــوَهـــارِ كـــي، عـُـمَـرَ آڇ مِرَ تـُــون،
وَرُ لوئيءَ جَــي لـُـون، پـَـــٽُ كـِـٿن پـَهريان سـُومـِرا.

مـُـون مـاروَءَ سـين لـَــڌيـون، لوئـيءَ ۾ لائـون،
سونَ بـَرابـَر سـَڳـِـڙا ،مـُون کي بانـُـهن پـَـڏائون،
عـُمـَـرَ جو آئون، پـَـٽ ڪـِـئن پـَـهريان سـُومـِــرا.

پـَـٽ نـہ پهريـان سـُومـِـرا! جان کي تـان جـِـئان،
آئـون ڪـِـئن لوئي لاهيـان ، ڪـارڻ ِ پـِــن ڏينهـان؟
جانسـِين تي جـِئان ، ڪانـَـڌ نـہ ڪـَـنديـَس کو پـِيو.

ڪـارا ڪـَارايـَـن ۾، سـونُ آسـان کـي ســُــوءَ،
وَرُ جيڏيـَـنِ سين جـُـوءَ، فـاقو فـَـرِحـَـتَ پانـِـئيان!

ايءَ نـہ مارُن ريتِ، جِـئَـن سـيڻ مـَـٽائـِـن سونَ تـي،
اَچي عـُمـَـرَ ڪوٽَ ۾، ڪـَـنديـَس ڪانـہ ڪـُـريـتِ،
پـَـڪـَـنِ جي پـِـريـتِ، مـاڙيءَ سـين نـہ مـَـٽيـان.

عمر! اَجا ڪپڙا، ڪاٽياريون ڪيئن ڪن؟
جنين جا ترن ۾ ورتا وڻ سهن،
هوءِ جي حق پچن، سي ڪيئن ستيون سومرا.

آئون ڪيئن سوڙين سمهان، مون ور ڳهاري ول،
ڪتيريءَ تان ڪِل، عمر! ڪج م ايتري!

ورسي وطن ڄائيون، صحرا ستر جن!
ڳولاڙا ۽ ڳگريون، اوچن آباڻن،
ويڙهيا گهمن ولين، جهانگي منجهه جهنگن،
مون ڪي ماروئڙن، سڄ ڳنڍائي سيج ۾!

پلر پين، اوچڻ اُن، جن جا پير متي پٽ پاڪ،
وهڻ وراڪن ۾، اُن جي اَجوڪي اوطاق،
پاڻ نه پسن پاڻ ڪي، ويچارا بيباڪ،
عمر! اوءِ نه عاق، ڏکيا جم ڏکوئيين!

جي تو بيت پاڻيا

جا، عُمَرَ! تو مُلِ عيدَ ، سا اسان سُوءَ ورَتي سُومِرا!
ويئي ويچارَنِ وِسري ، خُوشي ۽ خَرِيد،
سِڪَڻَ ڪَيا شَهِيدَ ، مارُوجي مَلِيرَ جا.

مينڌيا ڏوءِ نہ مارُئِي ، پِيَسِ پَنهوَارِيون چِتِ،
راڄَ رِئَاري، هَنجُونْ هاري ، هيءَ هُتيجي هِتِ،
آهِسِ پائرَ پارَ جو ، ڪجَڻُ ۽ ڪَپَتِ،
وِينگَسِ ويڙيچَنِ ريءَ ، مَسَ سُٽِي ڪا مَتِ،
سُومِرا! سُپَتِ ، ڪَرِ تہ ڪوِتيانِ نڪَري.

مَحَلين ماندڙي مارُئِي ، ڏِنَيِمِ مُنهَن مَلُورَ،
اَڻِيا سَٽِيا نہ ڪَري ، سُونهَن وِجايَس سُورَ،
پِيَسِ لوهہ لَطِيفُ چئي، لَتَسِ ڪوڏَ ڪَپُورَ،
چِتَ جِنين جا چُورَ ، سي مَڪي مَرڪُ نہ ڪَنديون.

ڪَيَمِ مُهاڙِ مَلِير ڏي ، مَتي ڪوٽَ چَڙهي،
نِستُ نِهاري ڏيهَ ڏي ، ڳوڙها پِيمَ ڳَڙي،
نِگي ڪُوڪَ قَلبَ مان ، مَنجهان روحَ رڙي،
ويڙهيچَنِ وَري ، ڪَر نہ لَبِڌي ڪَنڌهين!

جي ڪَرَ لَڌائون ، تہ بَنديءَ بَندُ نہ سارِيو،
مارُوئَڙَنِ آئون ، جيڪُس وِيَسِ وِسري!

بَندي پِيا قَرارِ آسِين لوچُون لوهَ ۾،
مَتي تَنَ تَرارِ سَدا سانيِئڙَنِ جي.

ماڙِيَنِ ماريَسِ ڪِين ڪي ، مُيسِ مارُنِ لاءِ،
ڪَرَ لَهَندا ڪَڌِهين ، منهنجي اَچي ماءِ!
سانيِئڙَنِ سَداءِ ، ويٺو واجَهہ وِجهي هِنئُون.

آئون ڪِئَن ڇَڏِيان سُومِرا! تِنَ پَنوَهارَنِ پَچارَ؟
جَتِ جَنِين جي جانِ ۾، لَڳي رِيءَ لُهارَ،
ميخُون مُحَبتَ سَنديون، هِنئِڙي مَنجِهه هَزارَ،
پَڪا ءِ پَنوَهارَ، ڏِني مُون ڏِينهَن تِيا.

سُونهَن وِڃايَمِ سُومِرا! وَطَنِ وَڃان ڪَنئَن؟
حُسنَ ڌاران هِيئَن، پَسان ڪِئَن پَنوَهارَ ڪي؟

هيڪُ جِئَن نہ ڄاياسِ، بِيو ڄاپَندي جي مَران!
گهَنگَهرُ گهَٽو تِياسِ، ڄاپي ماروئَڙَنِ ڪي!

عُمَرَ! ٻن جِيو اڪوءِ منهنجو سُومَرا!
جا پَرِ نہ پَنوَهارَنِ جي، مُون سين تِيئَن تِيو!
وَٺي مُنهَن ڪِهو، وَڃان وَطَنَ سامُهِين؟

اَلا! ائـيَـن مَ هـوءِ ، جـئـن آنءُ مـَـران بـَـندَ ۾!
جـُـسـو زَنجـِـيرَنِ ۾، راتـو ڏِينهـان روءِ،
پـَهرِين وَجان لوءِ ، پوءِ مـَـرُ پـُڄـَنـِمِ ڏِينهـَنـڙا.

واجهـائـي وَطـَـنَ کـي ، جـي ساري ڏِيـان سـاھُ،
بـُـتُ مـُـنهنجو بـَـندَ ۾، قـَـيدِ مَ کـَـريجاھُ،
پـَـرڏيهياڻي پرينءَ زي ، ڌارَ مَ ڌَريجاھُ،
تـَـڏي وَسائجانءِ تـَـرَنِ جـِـي ، مـِـٽي مـُـئيءَ مَـٿاھُ،
جي پويون تـِـئي پَساھُ، ته نِجاھُ مَـڙھُ مَلِيرَ ڏي.

واجهـائـي وَطـَـنَ کـي، آئـون جـي هـتِ مـُـياس،
گـورَ منهنجي سـُومـِرا! کـِج پـَنوَهارَنِ پـاسِ،
ڏِج ڏاڏاڻي ڏيهـَ جـي، مـَـنجهان ولڙيـنِ واسِ،
مـُـيائي جـِـياس، جي وَڃي مـَـڙھُ مـَلـِيرَ ڏي.

هَــتين هـَـتـَـكـَـڙولَ ، هـِنئـَـڙي پيـَـم هـُـنِ جا،
سانگي سـارِيـَــم سـُومـِــرا! ڏاتــي پاسـي ڏولَ،
ٻاٻاڻـَـنِ سين ٻولَ ، ڪـَيـَـمِ نـہ ڪوٺَ وِهـَـڻَ جا.

آڻيـنِ ڪــي چــاڙِهيــنِ، ڏَتَ ڏِيهـاڻي سـُومـِـــرا!
سـَـتا ڪـَـيو سـَـيدُ چئـي، سـائونَ سـُـڪـائيـنِ،
مَنجهان لـَنبَ لـَطـِيفُ چئي، چائرَ ڪـَيو چاڙِهيـنِ،
پــُــلاهُ نـــہ پــاڙِيــنِ، عــُـمـَـــرَ! آراڙيءَ ســين.

تـِـن وَنـِهيـَـنِ ويڙهيچـَـنِ ۾، سـَدائيـِـن سـُـڪـار،
چــُـنڊيـو آڻيـو چــاڙِهيـونَ: سـَـنڌو ڏونـرَنِ ڏارُ،
جن جو ويڙِنِ سين واپارُ سي ڏوٿي هـُـونِ نـہ ڏُٻـِرا.

تـوري قـُـوتَ قـَـرارِيـا، رَهَـــنِ سـَـٻـَـرَ سـَــتِ،
ڪتيءَ ۾ ڪـَـهـِهُ يـَـڪـُلـِـيا، پوڙهـَـنِ اَهـَـڙيءَ پـَـتِ،
پـَــنوَهـارَ ڪـي پـَـتِ، پيهـي پـُـڃُ مـَـلـِـيرَ ۾.

مَتِــنِ تَـبَـڪَ تَـبَـڪَـڙا، چِـڪَـندڙا اَچَــنِ،
ڪـُڙيونَ ڪيهـَ پَـڪـُلـِـيونَ ، پَـگهـَـرَ سـِـرِ پيسرَنِ،
اي وَڙَ ويـڙِهِيڇِـنِ ، مـُـون لـوڏان ئـي لڪيـا.

سَنِـهـِـي سـُئيءَ سِبِـيو، مـُون مارُوءَ سين ساهُ،
ويـٺـي سـارِيـان سـُومـِــرا! گـولاڙا ۽ گاهــ،
هــنئون منهنجـو هـُت ٿيـو، هــتِ مـِـٺي ۽ ماهـُ،
پَـڪَـنِ مَـنجـِـهـ پَـساهُ، قـالِـب آهـي ڪـوٽَ ۾.

پاچـاهي نـہ پـاڙِيـان، سـَـرَتِــيون! سـُـئيءَ سانُ،
ڏَڪـي اگهـاڙَنِ ڪـي، ڪـِــينَ ڏَڪيائِــين پـانُ!
ٻـِـيهـَـرَ ٻـاپـي ٻـانُ، اِبـرَجـي اوصـافَ ڪـي!

چـُرَنِ چـُـٽِـڪـَنِ چـِـتَ ۾، سَـدا مَـنجهـِـ سـَـرِيـرَ،
لـَـڏي ڪـَـنهن لـوءِ وِيـا، مـارُو مـَـنجـِـهـ مـَلـِــيرَ،
ويـٺي پـُـوڄيان پـِـيرَ، مانَ مـِلـَـنـِـمِ ڪـَـڏهـِـين.

جي تو بيت پانئيا ________________

مُون ماڙيءَ جو سُومِرا! ٻنيِن پارين ڏک!
هِتِ عُمَرَ جو اُهکُ، هُتِ مارو ڏينِمِ ميهڻا!

هِنَ مُندَ ماروُ سَنَرا، ساٿيهِ مَنجِهِ سُڌِيَن،
هِنَ کي لوهہَ لَطِيفُ چئي، کوٺِينِ اَندَرِ کِينَ،
ميها مَنجِهِ مَلِيَن، مِينهَن وَسَندا موٽُ تون.

مَتي تَرَ رَهي، وِيا گَذاري ڏينهَڙا،
کَڏهِن کونہَ آيو، تن پَنوَهارَنِ پَهي،
وِٺڙا سي وَهي، جَنبُ گَذارِيُمِ جن سين.

ڏَرِيائِين ڏارَ، وَڏِي وَڻَ جَدا کَيا،
تِن سُکَنِ کَهڙِي سارَ، تہ کِاٿا مِينهَن مَلِيرَ ۾؟

ڪو ڏينهن آهئين ڪوٽ ۾، لوئي هَڏ ۾ لاهه،
ڪامڻ آنهن جي، ڪُرجي آڏ وڏائي آهه،
هت ۾ پاڻ هيڪڙو، پائر جي پساهه،
سَتي! سيل نباهه، مَلير وينديڻ مارئي!

ساهيڙيون سارين تو، سَچ جنين جو سيل،
نَڪو قال نه قيل، انين جي اَدب ۾.

مُون سين مارُوئڙيون، ڪَهڙيءَ ريت رُسنديون؟
چوٽيءَ ۾ چيڙ پيو، پينمِ رَت ڇَپيون،
نيٽن نند وهه تي، ساري ساڏوهيون،
هتي جي هُيون، ته سُڌ پئين سيلَ جي،

جانڪين سَتين سينَ ڪينَ وهنديس ڪوٽَ ۾،
سِپَ سَمَندين سپجي، نَديءَ پئي نه نيرُ،
جِئَن هُوءِ اَبَرَ آسري، تِئَن مُون مَنِ مَلير،
ڪائر پيئَن ڪيرُ، جي اَمانَتَ اُتِ وَجي!

**جي تو بيت پانئيا** ______________

جَــرَ ۾ ســپونَ جــيئَــن، آهيــنِ اَبــرَ آســري،
جِئَـن ڪُـونجونَ سارينِ روهـ ڪي، مُـون تَـن اَندرِ تيئَـن،
هـُت وعـدا وَجَــڻَ جا، هِـت نـہ پـانئيمُ هـيئَــن،
ڪوئـين وِهان ڪيئَـن، جي نَـظَـرَبَـنديائِي نـہ هـُئان؟

ســپَ سـَمـُـندينِ سِـپَـجي، آبــرُ آســاروسِ،
بـاڙو پيئـي نـہ پيــڙي، مـــنو مـُنهــن لڳـوسِ،
ماڻڪُ تـي مڙيوسِ، جِئَـن تنگ ُڪَـديائين تـارِ ۾.

سِـکو سَــپ سَـرتيونَ! سـُپــنِ مـَـلان سـيرُ
پِيــو مـَـــنائي نيــرُ اُپيــونَ آبــرَ آســـري،

وَطَــنَ رِيءَ ويهـي، جي هِـت گهـاريـَـمِ ڏينهـَـڙا،
اوءِ مــاروَ ڏيِنـدومَ مـُنهــَـن ۾، ڏاڏاڻـــا ڏيهـــي،
پـُڪَــنِ ۾ پيهي، شَـلَ مـَحَـلنِ جي مـَـرُ لاهيـان.

جي تو بيت پانئيا ________________

جيڪُس اَنا مِينهَن، مُنهان پوءِ مَلِير ۾،
ڪالَهہ سَچوئي ڏِينهَن، مُنهنجي اکڙيُنِ اُڪريو.

سَڪَرِ سيئي ڏِينهَن، جي مُون گهارِيا بَندَ ۾،
وَسايَم وڏقُڙا، مَتي ماڙيُنِ مِينهَن،
واجهاڻِيس وِصالَ کي، تِيَس تَهِوارن تيئَن،
نيِرَ مُنهنجي نينهَن، اُجاري اُڃو ڪَيو.

جَنِ سبِي لوڙائو ڏِيا، جنين پَرِ رَهَن،
مارو مَنجهِ تَرِن، رَهي رَهَندا ڪيِترو؟

اَڄُ اَڏِنگا وِيڻَ، مُون کي مُڪا جيڏِيين،
”هاري! هَميرَن جا، جيڪُس ڪاڏَي ڪيڻَ،
سانيِيئَڙا ءِ سيڻَ، ڪِہ تو وِيا وِسِري؟“

جيهـا جـي تيهـا، مـون مـارو مـَـجيا،
مـُون جيڏيـُون مـَلـيرَ ۾، چـُوندِنِ موکَ مـها،
منهنجي آهـَ اِها، کـَڏهـِن کيرائيندي کوٽَ کي.

ڪانڌُ نـہ ڪـَنديـَسِ ڪو پيـو، ڪـَتيروئي خـوبُ،
ميروئـي محبـُوب، اَسـان مـاروُمـَـنَ ۾.

مـَنهـُن مـُنهنجو سـُومـرا! مـَـرُ ميروئـي هـوءِ!
مـَـتان مـارو چـوءِ، تـہ ڌوتـوءَ ڌوراٽـَـنِ ۾.

جـي لـُوڻُ لـِـڳنِ لائيـن، چيـرِي چيـري چـَـمُ،
مـُون ڪـُرَ اڳي نـہ ڪـَيـو، آهڙو ڪوجهـو ڪـَمُ،
جان جان دعـويٰ دَمُ، تـان تـان پِرتِ پـَنوَهارَنِ سـين.

وِڃــِـڙيـُـنِ وينسَ ڪـَـيا، موٽـي آئـي مـُـندَ،
اَڪـيون اَباڻـَـنِ ڏي، بـَـسِ نـہ ڪـَـرِنِ بـَـندَ،
هيئَـن نـہ ٿيـَسِ هـُندَ، جي ڪـَرَ لـَڏائُونَ ڪـَڏهـِين.

*

پانڌي پرينءَ پنوهارَ جا! جان تو وَجين وسَ،
ساري ڏيج سَرتين، سَلامَن سَهَس،
"آئون اوهان جي آهيان، گولي مَتي گَس،
ويئي كَريان وَسَ، ايڏي جي اڃَڻ جا."

جتَين ڳنڍيونَ مَنجهه ڳنڍيَن، تئَن مون مَنُ ماروئَڙن سين،
سي ماروئَڙا تَرَتيا، جي ڳُٺن جا ڳهيَن،
تنين ريءَ هَمير! ڳهنگهَر گهاريان ڏينهَڙا.

تورا مَنجهه تَرَن، مون سين ماروءَ جي ڪيا،
عُمَر! اُن ڳَٺن، آئون ڪيئَن لوئي لاهيان.

27

تورا نه تورا، مون تي ماروئَڙن جا،
پَلائيءِ پيرا، ڳَٺي ڳَٽيان ڪيترا؟

هَــڏِ نــہ پــَـڙان هيڪــِـڙي، تـوري تــَــرَ جايــَــنِ،
مـون ڪـي ماروئــَـڙَنِ، ميـرِي ڪــَــري نــہ مــَـتِـــيو.

نــِيرُ نــہِ لــَـهي نينهــَـن جو، لــَـوهہ جا لـَـهي وِيا،
مـــارُنَ ڏاران مــاڙِييــن، ڏهــِـــلا ڏينهــَــــن ٿِيــا،
ڏيهــي ڏورِ وِيــا، ڏِيــان ڏوراپــا ڪـــِـــن ڪـــي؟

ســُــڻي ســاڻيهہ ڳالــَــهڙي، لَهــي وِيــا لوهــَ،
اَنــدَرَ جــا اَندوهــَ، لــَـــٿا ڏکَ ســُــکَ ٿــِـيا.

مَ ڪـي روءُ مَ رَڙُ ڪـي، مَ ڪــِـي ڪــَــرِ دانهــونَ،
سُــتي لوڪَ لــَطــِـيفُ چئـي، ٻيئـي ڪــَـٽِجِ ٻـانهونَ،
لــَـڌءِ جِــتِ لاٺــونَ، سو ڏيهہ پــَســَنديــِـنءَ مـارُئـي!

اَڄُ ٻِڻُ چِــڪَــيِــمِ چاڪَ، وَنــِـهيــَـنِ ويــِڙيچــَــنِ جــا،
ســُــورَنِ اَچـي ســُـومــِــرا! اَنــدَرِ ڪــي اوطــاق،
مــارُوءَ جــي فــِــراقَ، هــَـڏَ مــُــنهنجا ڪــَـپِــــيا.

# سُرُ ڪاموڏ

تون سَمون، آئون گندري ، مون ۾ عيبن جو،
پَسي راڻيُن روءِ ، مَتان ماڳِ مَٽِئين!

تُون بسَمون، آئُون گندري ،مون ۾ عَيبَ اَپارَ،
پَسي لِيءَ لَغارَ مَتان ماڳِ مَٽِئين!

مُهاڻيءَ جي مَنَ ۾، نہ گيرَبُ نہ گاءُ،
نيڻَن سين نازُ ڪَري، رِيجهايائين راءُ،
سَمون سَين مَلاءُ، هيرِيائين حِرفَتَ سين.

هَٿين ، پيرين، آرڪَڻين ، مُنهن نہ مُهاڻي،
جِئَن سَڳو وِچِ سُرَندڙي ، تِئَن راڻيُنِ ۾ راڻي،
اَصُلُ هَبُئي اَنِ ڪي ، اَهلَ جاماڻي،
سَمي سُڃاڻي ، پيڙو بَڌَسِ بانهَن ۾.

**جي تو بيت پانئيا** ———————

تـَـــڙُ تـسَـــماچي ڄـامَ جـو، تـَــماچي تـَـــڙَ راءِ،
تـَــماچيءَ جـي تـَـڪـِـيي، تــون تـَــماچي ڳـاءِ،
تـہ تــون تـَـــماچِـيـاءِ، تـسَـــماچي تـڙِ لـَــهِـــين.

ڪوءِ سَـمـِـيونَ! ٻـَنِ سـُومـِريونَ! جيءَ اَڄـَنِ اُوڇي ڳـاتِ،
وَرُسي ڪـِـينجـُـهرَ ڄـائـِيـونَ! جـِـنَ تـَـماچيءَ تـاتِ،
راڻـِيــن مـــُـلان راتِ، مــاڻِــڪُ مـَـيءَ پـِـرائيـــو.

هيـٺِ جـَــرُ، مـَــتي مـَـجـَــنَ پـاسـي ۾ وڍراءِ،
اَچـــي وَجـــي وجَ ۾، تـَـــــماچيءَ جـــي ســـاءِ،
لـَــڳي اُتـَــرَ واءِ، ڪـينجـُــهرُ هـِــندورو تـِـــئي.

هيـٺِ جـَنُ مـَـتي مـَجـَـنَ ڪـَنڌيءَ ڪـَوُنـَـر تـَـرَنِ،
وَرِئـي واهـُـوندَنِ، ڪـينجـُــهرُ ڪـَــتوري تـِـــئي.

ٻَمئيءَ هَٿَ ۾ مَڪُڙي، ڄام هَٿَ ۾ ڄارُ،
سچو ڏِينهَن شِڪارُ، ڪينجُهرَ ۾ ڪالَهه هو.

ڪو جو ڪامَڻُ مَنيُ، آهي اکڙِيَنِ ۾،
تَنُ تَماچي ڄام جو، نايوَن پايو ني،
عِشقُ اِيئَن ڪَري، جِئَن ڄارو ڄامَ ڪُلهي ڪَيو.

# سُرُ گهاتوُ

گهَنگهَرِيا گهَڻَ چاڻَ، موڙهي مَتِ مَهائِيين،
وِيا گڏ ... [illegible] ... اڄَ
اڳِ ... [illegible]

ڪو جو قَهرُ ڪَلاچَ ۾، گهڙي سو نِئي،
خَبَرَ ڪونَ ڏِئي، تہ رَيَ ڪُڄاڙي رَندِيا؟

نَڪا بوءِ بازارِ ۾، نِڪا چِلسُرَ چَٿَ،
جتي ڏُنيرِيَنِ جي، اڳي هُئي اڪُٿَ،
سي پڙَ پَسِيو پَٿَ، ماڙهوُ وَڃَنِ موٽِيا.

اَئِين جا لَڏو لوڏَ، اِيءَ پَرِ گهاتوئَڙَنِ جي،
ڪُنَ ڪَلاچِيءَ ڪوڏَ، سُڪِ نہ سُتا ڪَڏِهين.

# سُرُ سورٺِ

پَـرِديسـان پَـنڌُ ڪَـري ، هَـلي آيـو هـِـيءُ،
مـال نـہ مَـڱي مَـڱڻو ،جاڄـڪ گهـُري جِـيءُ
”وَڍِ، وَهَـِلو تـيءُ ، ساعَــتَ صَبـُـرُ نـہ سَـهان.“

پَـرِديسـان پَـنڌُ ڪَـري ، سـُڻي آيـُـسِ شـان،
مَـڱان ڪهـڙي مَـتِ سـين ، نـِـسورو نـادانُ
سو ڪو ڏِيارِئين ڏانُ ، جو طَـمَعُ ڪي تَـرَڪُ ڪَـري.

سَـرِديءَ سالـُـم نـہ وَهـان ، ڪـوِسي سَـهان ڪانـہَ،
اَمـَنُ ڏيـجِ اَمــانَ تـون ، ڏُور ڪَـــري پِيــا دانَ،
پانـدِپَ! ڪـاِئـي پـانَ ، وِجهـجِ پـِـــڪَ پينـار تــي.

تــو دَرِ آيـُــس، راڄـِــيا! پيــا دَرَ ڏيئـي پـِـنِ،
ڪَـهان جو ڪـُماچَ سين ، سو سَڻُ سَـباجهي ڪَـنِ،
جا مَـڱَ منهنجي مَـنِ ، سو توکي مَـعلومُ سَـيَـڪا .

جاجِڪ جهونا ڳڙهہ ۾، ڪو عطائي آيو
تنهن ڪامل ڪِيڊي ڪينرو، ويهي وڃايو،
شهر سڄوئي سُرَسين، تندن تپايو،
دايون دَرماندِيون تِيون، باين پاڙايو،
چارڻ تي چايو، تہ ماري آهي منگڻو.

ڪِنين ڪنين ماڙهئين، پيئي ڪل ڪائي،
رَسيا جي رَمز ڪي، تن پارسي پائي،
اَلانسان سري وَ آنا سره" وَرتي اِيءَ وائي،
راجا راڳائي، هردوئي، هيڪ ٿيا.

پائي پٽ ڪَٽا، مون تان مور نہ منگڻو،
تازي طنبلن ۾، گهوڙا گهر گهٽا،
هاٿيءَ ڪارڻ هيڪڙي، آن ڪا تند هٿا؟
جي مَتي تو مٽيا، تنهن سرجو آهيان سيڪڙو.

سِرُ مَگي، سِرُ گھُري، سِرَ رِيءَ تِئي نہ صَلاحَ،
غَرِيبنَئُون نہ گذِري، تو ماري ميرَ مَلاحَ،
نايو نَوابَنِ جا، سوريون کَديِ ساھَ،
خالِقُ سَنجھہ صُباحَ، کونہ ڇَڏِيندو کِتَھين.

مَوتِي، مَگڻھارَ! شالَ مَ اَچِين کَنڌھِين!
اَئي پهرَ اَجَلَ جو، کُنديو مَنجھہ کَپارَ،
جِئَن تو سِپ ڄمارَ، هنيا ڇَٽَ پَٽَنِ سين.

مَحَلين آيو مَگڻو، سازُ کَٽي سُرَندو،
سِرَ جي صَدا سُرَ ۾، گھورَ هَٽي گھُرَندو،
مَتي رِيءَ مَلوڪَ جي، چارڻ نہ چُرَندو،
جھونا ڳڙهہ جُھرَندو، پوندي جھانءِ جَھروڪَ ۾.

ذاتــــارَ ۽ مــــــَـــگڻي، ڪونـــــ وَســـــيلو وچِ،
سـائـِـي تـالَ تــَــندُنَ جــي، سـاِئـي چـارڻَ چــِـتِ،
جي هـُـتي جـي هِتِ، تـہ ڳالهـِ مــڙِيائي هيڪڙي.

جـاجـڪا! تــو جـُـهارَ ڏهــَ پيــرا ڏِيـاچ چئـي،
جَنـِهن ۾ مالُ نـہ مـِرِيءَ جيتــرو، تـَنهـَن تون طـَمـَعـَدارُ،
جي اَچيئي ڪــَـمِ ڪــَـپارُ تـہ وِيهـَ پيرا وَڏي ڏيئين.

مــَـتو مـَـتائين گهـورِيـان، مــَـتو تــو مـَــتان،
سو مـُـون ِتئـي نـہ هـَـتان، جـَنهن تـُـون لائِقُ مـَـڱڻا!

مِــَـتو مــُـور نـہ پـاڙيان، تـُنهنجي تــَـندُ تــَـنوارَ،
ســِرَ ۾ سـُـجـَـڻُ ناهـِ ڪي، مـوتـُ مَ مــَـڱڻهارَ!
ڪيـِـنهي مـَنجـِـهہ ڪــَـپارَ لــَـچـِـيندو تـو لاهِيان.

سؤ سـِـرَنِ پـائي، جـي تـَـندُ بـَرابـَـر تـورِيـان،
اَٿـَـلَ اوڏانهــن تــِـئي، جيـڏانهن ٻـِيجـَـلُ ٻـُرائي،
سـَڪـِـٽو هـَـڏُ آهي، سـِـرَ ۾ سـُجـَـڻُ ناهـِ ڪي.

مـَـتي اُتي منهنجـي ، جـي ڪوڙيـن هـُـونَ ڪـَـپارَ،
تـہ وارِيـو وارِيـو وڍِيـان ، سسـيءَ ڪـي سـَـؤ وارَ،
تـہ پـڻ تـَـندُ تـَـنوارَ مونهـان مـَـتائون مـَـگُنا!

تـانُ نـہ آهـي تـَـندُ جـو، رُون رُون ڪـَـري رازُ،
هـَـٽـَـنـدَڙ سـَـندا هـَـٿـَـڙا، سـَـيـِـڪوچئـي سـازُ،
سـَـتَ ڏيئـي شهـِـبازُ تـِـيءُ تـہ تـوڪُ پِـرايِـن.

ٿئـي پـَـرِچيـا پـاڻَ ۾، تـَـندُ، ڪٿـارو ڪـَـندُ،
تـَنهن جِهوئي ناهـ ڪـِي، جو تـو چارَڻَ ڪـَيو پـَـندُ،
اِيءُ شـُـڪـَـرُ الحمدُ، جـِئـَـن مـَـتو گهـُـريءِ مـَـگُنا!

گُلَ ڇنو گِرنارَ جو، پَٽَنِ ٽِيو پَٽين،
سَهسَين سورَتِ جَهڙيُون، اُپيُون اوسارِين،
چوٽا چارَڙَ هَٿَ ۾، سِر سِينگاريو ڏِين،
نارِيون ناڏَ ڪَرِينِ، راجا راتِ رمَ ڳيو.

# سُرُ ڪيڏارو

ڏٺو مُحَرمُ ماهُ، سَنڪو شَهزادَنِ تِيو،
ڇاٽي هيڪُ اللهُ، پاڻَ وَٽَنديون جو ڪَري.

محرمُ موٽِي آئيو، آئِيا تان نہ اِمامَ،
مَدِيني جا ڄامَ، مولا! مون ڪي ميڙِئين!

سَختِي شَهادَت جي، نِسورو ئي نازُ،
رِند پَروڙِينِ رازُ، قضِيو ڪَربَلا جو.

ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خِيما ڪوڙِيائون،
جهيڙو يَزيدَ سامهون، جُنبِي جوڙِيائُون،
مُنهن نہ موڙِيائون، پَسِي تاءُ تَرارِ جو.

جي تو بيت پانئيا ———————

دوستَ ڪَبُهائي دادلا، مُحِب مارائي،
خاصَن خَليلَنِ ڪي، سَخِتيون سَهائي،
اَللہُ الصمَدُ بي نِيازُ سا ڪري جا چاهي،
اِنهِين مَنجِهہ آهي، ڪا اُونهي ڳالهہِ اِسرارَ جي.

ڪاري ڪَڪَرَ هيٺِ، مون جهيڙيندا چَڏيا،
ڪارا ڪُندَ هَٿَنِ ۾، اڙلَ وَڃيرا هيٺِ،
تِي تنِين سان ڏيٺِ، موٽَڻُ جنِين ميهِڻو.

بَهادرَ گَڏيا بَهادرِين، ڪُڙڳَ ڪَلولِ ڪَنِ،
وِجهَنِ ڏڙَ ڏڙَنِ تي، هاڪارِين، هَٽَنِ،
ڪِرَنِ، ڪَنڌَ نَچَنِ، رِڻُ گَجِيو راڙو ٿِيو.

"پَنگو" آئُونَ نہ چَوان، "ماريو" تہ وِسَهان،
ڪانڌَ مُنهن ۾ ڏَڪڙا، سيڪِيندي سُونهان،
تہ پڻ لَڄَ مَران، جي هُونَس پُٺِ ۾.

جي تو بيت پانئيا ______________

ڪِـــلي ويـرَ ڪـَـتـَـڪَ، سـائو سـَــيِ نـہ ھُـونِ،
پِڙَ تـي سيـِـئي پـُـونِ، موتـَــڻُ جنيـِـــن ميھـِـــڻو.

سـُورھَ مَـرين سوبَ ڪني، تـہ دلِ جا وَھمَ وِسارِ،
ھـَـــڻُ پــالا وِڙھـــ پاڪـُـــرين، آڏي ڍالَ مَ ڍارِ،
مـَــتان تيـغَ تـَـــرارِ، مــارِ تـــہ مـَــــتارو ٿئيـــن.

ڏاڙھي رَتَ رَتِـــياس، ڏَنـدَ تـہ ڏاڙھونءَ گـلَ جِئـَــــن،
چوڏھيـن ماھـہ چـَـندَ جـِـئـَــن، پِـڙَ ۾ پـاڳِڙيـاسِ،
ميـڙي ۾ مـُحـَـــمدَ جـي، مـَــرُ مـَـرَڪـي مـاسِ،
تـَنهِـن سـُورِھَ ڪي شاباسِ، جو مـَـتي پِڙَ پـُـرزا ٿئـي.

چـَـپـَــرِ جِـئـَــن پـَـھونُ، تـئـن رِڻُ ڳـجـُـھنِ رانـــئيون،
وَنــــڪا ونـڪـَـــنِ گـــڏِيـــا، ڊوڙيـــو ڏيـن ڊَھـــونُ،
مـُـھايـــَــنِ وَھـونُ، نـــيرُ مـَـــھانگو ڪـَـــنديـون.

جي تو بيت پانئيا ___________________

# سُر سارنگ

آڳم ڪيا الله، لڳهہ پس! لطيف چئي،
پلر جي پالوٽ سين، پٽن جهليا پاهہ،
واحد وڏائي ڪيا، متي ڳسن ڳاهہ،
سانگين وريا ساهہ، اٺن آب آڳوندرو.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ڪي چوٽي،
منڊائتي مينهن جي، ڪنوڻ نہ ڪوٽي،
آءُ لالڻ موٽي، گهوريا رُسڻ ڏينهڙا.

ڪَڪَرَ مَنجهه ڪَپارَ، جُهڙُ نيٺئُون نہ لَهي،
جَهڙا منهنجا سُپرين، تهڙا ميگهه مَلارَ،
ڪَڻُ اڪيون، ڪلُ يارَ! وَڃَن سُورَ سَنڌا ڪَيو.

سارنگَ! سارَ لَهيج، اللهَ لَسِگ اَچِين جي،
پاڻي پوئَج پَٽَن ۾، اَرزانِ اَنِ ڪَريج،
وَطَنُ وَسائيجِ، تہ سَگهارِن سُکُ ٿئي.

سارَنگَ کي سارِين، ماڙهوُ مِرگَهه، مينهِون،
آڙيون اَبَرَ آسري، تاڙا تَنوارِين،
سِپون جي سَمونڊَ ۾، نَئين سَجَ نهارِين،
پَلَرَ پيارين، تہ سنگهارن سُکُ ٿئي.

سارَنگَ سائي سِٿَ، جَهڙي لالي لاکَ جي،
اِئن سي اُبِرَ اَنگيا، جِئن سي چڻيءَ چِٿَ،
بَرسيو پاسي پِٽ، پريائين ڪنَ ڪِراڙَ جا.

مينهان ۾ نيهان، ٻئي اکر هيڪڙي،
هو وسڻ جا ويس ڪري، ته ڪڪر ڪن ڪيهان،
بادلَ تي بيهان، جي آگم اچڻ جا ڪرين.

ڪُڪن ڪانڌ چِت ڪيو جُهڙ پسيو جهڃن،
وَرَ رِيءَ وانديئن اڏيا، پکا سي مَ پسن،
اُتر ڏاهي انِ جا، ته ڪنهن کي ڪارون ڪن،
وارث وري تن، اچي شال اولو ڪري.

مُندَ تي مندل منديا، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

حُڪم ٿيو بادل کي، ته سارنگ سات ڪجن،
وڃون وسڻ آئيون، ٿهه ٿهه مينهن ٿمن،
جن مهانگي لئه ميڙيو، سي تا هٿ هڻن،
پنجن منجهان پندرهن ٿيا، ايئن تا ورق ورن،

ڏُڪارِيا ڏيهہَ مانْ، شل موڙي سَپَ مَرنِ،
وَرِي وُٺِي وَسَ جِئُون، ڪيئن ڳالهِيون ڳَنوارَنِ،
سَيدُ چوي سَينِ، آهي توهہِ تنهنجو آسِرو.

# سُر آسا

عينُ شِرڪُ اِيءُ، جِئَن بي شِرڪُ پاڻئين پاڻَ کي،
وجائي وُجودُ کي، پاڻان پاسي ٿيءُ،
هَنِّهِنِ کونهي ”هِيءُ“، ”هُو“، پِڻُ کونهي هِنَ ري.

جان جان پَسين پاڻَ کي، تان تان ناهِ نِمازَ،
سَپِ وجائي سازَ، تِهان پوءِ تَڪبيرَ چَوُ.

مون کي اکڙيَنِ، وڏا ٿورا لائيا،
تہ پِڻُ پِرين پَسَنِ، ڪَٽان جي کَرَ ساميِهُون.

نيرانا ئي نيڻَ، نيئي آڇ پِرينُ کني،
سَتَرِ کاڏا کيڻَ، جہ ڏِنو مُنهُن مَحبوُب جو.

جی تو بیت پانئیا

ڪِي جو ڪَنهين پارِ، اکيونَ پَسي آئيونَ،
ٿيونَ ديوانيونَ دلِ ۾، اُپرِ لَڳيَنِ آرِ،
تِهان پوءِ قرارِ، سُتيونَ ڪينَ سَيدُ چئي.

وَسَنِ ۽ وِهسنِ، ڏِيهاڙي ڏِسَڻَ لئي،
جِئَن جِئَن پِرين پَسَنِ، تِئَن تِئَن نَشا نينهَن جا.

اکينِ ڪي آهينِ؛ عَجَبَ جيهُونَ عادَتون،
سُورَ پِرائي ساٿَ جا، وَجِنيو وَهائينِ،
اُتي لَنئون لائينِ، جِت حاجَتَ ناهِ هَتيارَ جي.

اَکينِ ڪي آهينِ، وَڏا وَجهہَ وِڙهَڻَ جا،
مَندي بيٺيونَ مامرو، جهيڙو نہ لاهينِ،
جِئَن سي ڪَڪَرَ اُڀَ ۾، تِئَن اَکيونَ آهينِ،
جهڙُ ڦُڙُ نہ لاهينِ، وَسَنِ ساوڻَ مينهَن جِئَن.

جي تو بيت پاڻيا ______________

اَکـــينِ ۾ تـــي وِيھـــ، تـــ آئـــون واري ڍَکــــيان،
توکـي ڏِسـي نـہ ڏِيھـہ، آئـون نـہ پـَـسان کـي پِيـو.

سَــک سـِـکائي سـِـکَ، سِــکَ نـہ آھي سـُـتِــري،
لِــکَ لِنکوتِــي لِــکَ، تـہ کَــرَنِ خَــبَــرَ نـہ تِـئـي.

کَــرَ جا کَــڏَ کَــنئي، پَــوَڻَ کارَڻِ پِرِيــنءَ جـي،
تنهـــن ۾ پـــاڻَ پـَـــئي، غـــيِبـَـــتي غـــارُتِيـــو.

اَلا! کَـــرَ جيِـــئَـــنِ، مَـــدي جنـِـــين جـي مَـــنَ ۾،
اَســـان ۽ پِـــرِيــنِ جـــونَ، اُميـــدونَ پـَـــسَـــنِ،
تِهـــان پـوءِ مَـــرَنِ، ســَـتِي اِنهـــيءَ سـُــورَ ۾.

حوصـِــــلو حـَــيرَتَ ۾، کَـــري کـِـــينَ دَرَکُ،
جو حُسـُـنَ سَنلو حَقُ، سو کُـورُ پـَـروڙي کـِـينَ کـي!

اکـڙيـسُـنِ آرو، مـونھـان پـُـڇي نـه کـَـيو،
اُتـي وَڃـي آڙيـون، جِتـي ڇـَـوڙَ نـه چـارو،
ھِنئَـڙو ويچـارو، واٽـون جـَھـِـليو وِجھـُـلي.

اکِيونَ سيئي ڏارِ، جنِ سان پـَسـِـين پِريـنءَ کي،
ٻِئي ڏانھن ڪيمَ نـِھارِ، گھـَـٽو رِيسارا سـُپِـرِيـن.

مـون کـي مـاءُ! مـجازَ پِيچـاري جِئَـن پِڇِـيو،
ھَـتـَـنِ چـَـڏي ھـاجَ، ويئـي سـارَ سـَـنڌَنِ مـان.

جـِت آھـِ نـه ناھـِ کـا، ايءُ خـاڪيءَ جـو خيـالُ،
جـانِـبَ جـو جـَمالُ، پـَـسـَـٽان ٿـي پـَري ٿيـو.

موركَ مامَ نـه ٻـُجھٽا، ھيـڏانھن ھوڏانھـن کـَـنِ،
سي ڪـِئَـن پِرِين پـَسـَـنِ، کـَـنـَرَ جن اکـِين ۾؟

# سُر رپَ

گوڙدرَ ڪَيو غَرقُ، ماءُ! مُنهنجو جندڙو،
ڏوين مرَڪُ، مَتي سَڳرَ پَندڙو.

اُريام اَنگُورَ سُتي سُپرين جا،
ڪايو ڪايو سُورَ لُڇِيو لوچيو اٽِيان.

جهجي، جهانءِ ڪَري، ماٺ نہ اچي مُون هنئين،
سَڄَڻَ سي ساري، هو جنين جو هيرئُونَ.

جاءِ نہ سَچو ڏِينهُن، هِنئَڙو اوني وڳَ جئَن،
مُون پِريان سين نيهُن، ڇِنَڻَ ڪارڻِ نہ ڪَيو.

ڪَڪَرَ مَنجهِہ ڪَپارَ جُهڙُ نينٽَئُونَ نہ لَهي،
اَڄُ منهنجي چِتَ ۾، اَئـا پِريـن اُپارَ،
آءُ سَڄَڻَ لَهُ سارَ وِرهہَ ويڙهي آهيان.

جي نو بيت پانئيا

سُتي سَنيرِيومِ، کو ڳَڻُ پاروچَنِ جو،
هَنڌِ وِهاڻو پِنيو، هَريو هَتَ تِيومِ،
سَڄَڻَ ياد پِيومِ، جاڙَ جيان تي جيڏِيوَنِ!

چيتاري چَوَنديِاسِ، ڳالِهيون سَيوئي سَڄَڻَين،
جُ مُقابِلِ تِياسِ، تہ سَبِ وَڃَنِمِ وِسِري.

ڳالِهيوَن پيتَ وَرَنِ ۾، وَڏي وَڻَ تيوَنِ،
پَرَسي مُون نہ کَيوَنِ، گوشي پِرين نہ گَڏِيا.

نيڻَ نہ نِندوَن کَنِ، پَڳو آرِس اکِئين،
اَجِهامِيو بَرَنِ، توکي سارِيو سُپِرِين!

سَبَرُسيِ پِيو، نہ مُون سَوَڙِ نہ گَبَرو،
نہ مُون کانڌُ نہ قوتُ کي، جويَنُ وَهي وِيو،
تنيِن حالُ کِهو، نِڌَرَ جنِين نِجهُرا؟

مُسُئي هاتيءَ تي مامِرو، اُچي ڪَيو اَنذنِ،
مَناڙين هَٿَنِ سين، اڪئين ڪينَ پَسَنِ،
في الحَقيقَتَ فيلَ کي، سَچا سُڃاڻَنِ،
سَندي سَردارَنِ، بَصيرَتَ بِينا ڪَري.

اَسينِ سِڪوُنَ جن کي، سي تان اَسين پاڻَ،
هاڻي وِچ ۾ ، گمانَ! صَحي سُڃاتا سُپِرين.

اِنَ پَرِ نہ ايمانُ، جِئَن ڪَلِمي ـ گو ڪوناِئين،
دَغا تنهنجي دِلِ ۾، شِرڪُ ۽ شَيطانُ،
مُنهَن ۾ مُسلِمان، اَندَرِ آذِرُ آهِئين.

ڪُوڙو تون ڪُفرَ سين، ڪافَرُ مَ ڪوٺاءِ،
هِندوُ هَڏِ نہ آهِئين، جَنِيو تو نہ جُڳاءِ،
تِلڪُ تِنين کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سين.

مـُـون کـي مـُـون پِريـَـن، پـَـڌي وِڏو پـارِ ۾،
اَيـا اِيئـَـن چـَـوَن، مـَـچـَـڻُ پـانڌُ پـُـسائِيـن.

پِيو جو پاتارِ سو کـيئـَـن پـُـسـَـڻَ کان پالهو رَهي؟
سالِڪَا! مـُون سيکارِ، کو پهـُ اِنـَهِيـن پانڌَ جو.

کـَـرِ طـَـريقتِ تـَـکيو، شـَـرِيـَـعتَ سـُـجاڻ،
هنئون حقيـَـقتَ هيـرِ تـُـون، مـاڳُ مـَعرفَـتَ جـاڻ،
هـوءِ ثـابوتـي سـاڻ، تـہ پـُسـَـڻان پالهو رَهيـن.

جي تو بيت پاڻئيا

اُتَـــرَ ڏِنـي اوتَ، نـہ مـُـون سـَـوڙِ نـہ گـَـبـَـرو،
چارئي چـُـنيءَ پـوتَ، مـُـون ريـڙهِينـدي راتِ گئـي.

نِينهـُن نِهاڻِينءَ جيئن، ڏَڪـِيو ڪوهہ ُنہ ڏِڪـِئين؟
جـَـرَ جيـري پـِـڏي، تــہ رَچَ پـَــچندا ڪـِــئن؟
تـُـون پڻ ڪـَريجِ تـِـئَن، جِئَن ڪـُنيارَ ڪـَرِن ڪـَمَ سين.

نِهاڻِينءَ ڪانِ نِينهـُن، سـِـڪَ منهنجا سـُـپـِـرِيـن!
ســڙي سـَـارو ڏِينهـن، پـَـهـَـرُ پـاقَ نـہ نـِـڪري.

# سُر ڪاهوڙي

مُون سي ڏِنا ماءِ! جنين ڏِٺو پرينءَ کي،
ڪَري نہ سَگهان ڪاءِ، انين سَندي ڳالهڙي.

هُو ڏوتي، هُو ڏِينهَن، هُو ڏُونگَر، هُو لَڪيُون،
ڪَنهن جَنهن لذا نينهَن، پٽا لوسن لُڪَ ۾.

ڏوتي سا ڏورين، جا جُوءِ سُٽي نہ پُڏي،
پاسا مَنتي پاهَٽين، ڪاهوڙي ڪوڙين،
وِڃا اُتِ ووڙين، جِت نِهايَتَ ناهہِ ڪا.

ڪاهوڙي ڪجَنِ، پَسِيو پورهيَتَ ويسرا،
ڏوٽَيئڙا ڏورَ وِيا، رُجَنِ مَنجهہ رَهَنِ،
ڪا مُلِ آهي تَنِ، مُون پِريان جي ڳالَهڙي.

پيئـي جـن پـَـرکَ، گنجـي ڏونـگرَ گـامَ جـي،
واري ســَـــيُ وَرقَ، لوچـــي لاهــُـــوتي ٿِيـــا.

پيئـي جـن پـَـروڙ، گنجـي ڏونـگرَ گـامَ جـي،
جـَـڏي ســَـيِ ضـَـرورَ، لوچـي لاهـُـوتي ٿــِيا.

جـت نــ پکـيءَ پيـرُ، ٿِـنـت ٿِــمکي بـاهڙي،
پيــو بــارِينـدو کيـر، کـاهوڙِکـيءَ کيـرَ ري.

وَرَسا سـُجي ويڙهـ، جنهـن ۾ سـَجـَـڻَ هيکڙي،
سـو مـاڳُ ئـي ڦيـرِ، جتـي کـوڙ کمـاڙ هئيـن.

کـاري رات، اَچـو ڏِينهــُـن، صـــِفتان نـُــورُ،
جتـي پِـرِيـنءَ حـُضـُورَ، ٿِتـي رنـگُ نـہ رُوپ کـو.

جي تو بيت پاڻيا ___________________

# سُر بَروو سِنڌي

جِئَن ڪا ڪاني ڪاڻهن، لُسَندي لاتيون ڪَري،
آچي پَئي اوچتي، دَردِ پِريان جي دانهَن،
ويچ! ڏنيِئن ڪهُ ٻانهَن؟ سَورَ هِنئين کي سامُهان.

پَر وَس تِيَم پِريان، پِرِين وَس نَ پانهنجي،
لَڳو ڪِيئن لَطِيفُ چئي، جَبَرُ جاتيءَ سان!
پِرِينءَ ڏيکاري پاڻ، خوش ڪَري ويا خوابَ ۾.

آچِين جي هيڪارَ، مُون سارِيندي سُپِرين!
پيرين ڏَرِيان پِنبِٽيون، هَٿَنڌِ وِڇايان وارَ،
ساڄَنَ! سَيَ جَمارَ، هُوندَ گولي ٿي گذارِيان.

مـُون سارِيندي سـُپـِـرين! اَچـِــين جي تـُـون هاڻِ،
ڪَريان روحَ رِهاڻِ، لـَڪـَـنَ مَـنجـِـھ لـَطـِـيفُ چئي.

لـَـڳيءَ جو لـَطـِــيفُ چئـي، نڪـو قـال نـہ قِيـلُ،
لِڪئـــي لامـــونَ ڪـــوڙِيـــون، نيٽِيـــن وَهـــي نِيـــرُ،
هِنـَـئڙا! تِـيءُ سـُـڏيــرُ ڪالھہ قـَـرِيبـَـنِ لـَـڌِيـو.

اَڄُ پــڻ اڪــَـــڙِيـــنِ، ســَـڄـَـــڻَ پنهنجـا ســاريا،
ڳِلـَـنِ تان ڳوڙهـَـنِ جونَ، بـُـوندونَ بـَـسِ نـہ ڪـَـنِ،
ســَـندي سـڪَ پِـرِيـنِ، لــوڪَ ڏِنـَـي نـہ لـَــهي.

ڪـي اوڏائـي ڏورِ، ڪـي ڏورِ بـہ اوڏا سـُـپـِـرِيـن،
ڪي سـَنيـِرجـَـنِ نـہ ڪڏهن، ڪـي وِسرَنِ نہ مـُـورِ،
جِنـَّـن مينهـــن ڪـُنڊيءَ پـُورِ، تِنـَّـن دوسـتَ وَراڪـو دِلِ سين.

جي تو بيت پاڻئيا ___________________

ماڙهو گهُرَنَ مالُ، آئون سَڀِ ڏينهَن گهُران سُپرِين،
دُنيا تَنهن دوستَ تان، فِدا ڪَريان في الحالُ،
ڪَيَسِ نامَ نهالُ، پَسَڻِ ڪارڻِ پَريَ تيو.

جَڏهانڪُرَ تيامِ، ساجاهِ سُپرِين سين،
تَڏهانڪُرَ تَرَ جيتَرو، ويرَ نہ وِسِريامِ،
اَندرِ رُوحَ رَهِيامِ، سَڄَڻَ اوطاقون ڪَري.

ڪَنْهِن طاقيون ڏِينِ، ڪَنْهن ڪُلَنِ دَرَ دوستَ جا،
ڪَنْهِن اِجان اِجَڻَ نہ لَهان، ڪَنْهِن ڪونيو نينِ،
ڪَنْهِن سِڪان سَڏَ ڪي، ڪَنْهِن ڳُجهاندرَ ڳَرِهين،
اَهڙا ئي آهِينِ، صاحِبَ منهنجا سُپرِين.

جانِبَ! اِئِيَن نہ جُڳاءِ، جِيئَن ماريو موٽيو نہ پُڇين،
رَتيءَ رَتُ نہ سنجُري، سِڪَ تنهنجي ساءِ،
آسان توهين لاءِ، پَرِ ۾ پوڄائون ڪَيون.

جي تو بيت پانئيا

ڪَڙو مَنجِهه ڪَڙي، جِيئَن لُهار لَپِيتيو،
منهِنجو جِيءُ جَڙي، سُپيرِيان سوگهو ڪَيو.

نازَ مَنجهاران نِڪري، جَڏهِن پِرين ڪَري تو پَندُ،
پُون پڙ "بِسمِ اللهُ چئي، راههَ چُمي تي رَندُ،
ائِيونَ گهَٽي اَدَبَ سين، حُورونَ حَيرتَ هَندُ،
سائينءَ جو سوڳندُ، ساجَنُ سينئان سُهڻو.

يارُ سَڏائي سَڀِ ڪو، جاني زباني،
آهي آساني، ڪَمَ پِئي تي ڪَلَ پَئي.

آدمِينِ اِخلاصُ، مَنائي مانو ڪَيو،
هاڻِ ڪائي سَيِڪو، سَندو ماڙهوءَ ماسُ،
دلبَرَ! هِنَ دنيا ۾، وَڃي رَهندو واسُ،
پئي سَڀِ لوڪَ لِباسُ، ڪو هِڪَ دِلِ هُوندو هيڪڙو.

# سُرُ رامڪلي

نُوري ۽ ناري، جوڳيئڙا جَهانَ ۾،
ٻَري جن ٻاري، آئون نہ جِئَندي اَنِ ري.

واڄَتَ ويراڳينِ جا، مون وَتِ وڏو مالُ،
مَقالان مَهَندِ تِيا، ڪونهي وَٽِنِ قالُ،
حاصُلُ جنين حالُ، آئون نہ جِيئَدي اَنِ ري.

سُتي سيجَ هُياسِ، مُون ڪي آهَ اُٿاريو،
جنين جاڳاياسِ، آئون نہ جِيئَندي اَنِ ري.

نہ ڪي ڪَٽَنِ پاڻَ سين، نَڪو ساٽِن پاڻَ،
اَهڙو جن اُهڃاڻُ، آئون نہ جِئَندي اَنِ ري.

جُزو وِڇايو جوڳِيين، ڪُلَ سين آهين ڪَمُ،
آسڻُ جِن عَدَمُ، آئون نہ جِئَندي اَنِ ري،

ڪَنَ ڪَٿَ، ڪاپَٽَ، ڪاپَڙي، ڪَنوِٽيا، ڪَنَ ڇيرَ
سَدا وِهَنِ سامُهان، عاشِقَ اُتَرَ هيرَ
تَسا ڏيئي تَنَ ڪي، ساڙِيائون سَرِيرَ
جي فَنا ٿِيا فَقِيرَ، هَلو! تَڪِيا پَسونَ تِن جا.

تَڪيا پَسونَ تِن جا، هَلي مَنجهان حالَ،
ڪوڙين ڪَنوِٽيَنِ جا پينَرُ پانيان پالَ،
سامِيُنِ جي سَنيالَ، مَنهِنجو چِتُ چڱو ڪَيو.

جي پانئين جوڳي ٿِيان، تہ سُڪُ سَيئي توڙِ،
جي ڇاوا نہ ڇاپَندا، جِيءُ تِنين سي جوڙِ،
تہ تُون پَهُچِين توڙِ، مُحَبَتَ جي مَيدانَ ۾.

جي پائِنئين جوڳي تِيان، تہ طَمَعَ ڇَڏِ تَمامُ،
گولا جي گولَنِ جا، تِنِ جو ٿِيءُ غُلامُ،
صَبرَ جي شَمشِير سين، ڪَرِ ڪِينَي ڪي قَتَلامُ،
تہ نانگا! تنهنجو نامُ، لِکجي لاهُوتِيُنِ ۾.

جوڳِيُنِ جوڳُ جڳاءِ، جوڳُ پڻ سونهين جوڳِيُنَ،
جوڳِين سَندي جان ۾، ڳُجهہ ڳُجهاندَرُ آءِ،
هاءِ! مُونهِين ڪي واءِ! جا آئُون جوڳُ نہ سِکي.

جوڳِي هُونِ نہ جِئَرا، پائي جوڳُ مَرِ جيءُ،
هارِيا! هِنِ ڪَنَنِ سين، سُڻُ سَنيهِو اِيءُ،
وِڃائي وُجُودَ کي، پاڻان پاسي ٿِيءُ،
هَنڌَهِين ڪونهي هِيءُ، اسارا! "آئُون" ڇَوِينِ!

گولا جي گِراهَ جا، جُونا سي جوڳِي،
قِتَلَ سي قوڳِي، جِنِ شِڪَمَ سانڍِيا.

نســوروئي نينهــَـــن جـــو، دلِ ۾ دودُ دُکـــاءِ،
آڻـــي آڳِ عـــِـشقَ جـــي، ٻـــاري جـــانِ جــَـلاءِ،
جِنـدا! ايئـَـن جـُـڳاءِ، جِئـَـن آتـَـشان آب تِئـي.

هُو جي کـَنَ کـَپارَ جا، سُـوڏو سي نـہ سـُٽيـنِ،
اَنـدَرِ جـي آهِيـنِ، ســُـڻُ ســَنيهو اَنِ سـين.

مَـنجـِهہ مُـحـَبـَـتَ مَـچُ، ٻـَـهـَـرِ ڏوُڏا ڏوڙ سـين،
چـَـڏِياڻون چـِـرَ لـَـهي، کـُـوڙ، کـُـلَـکـَـڻُ، کـَـچُ،
اَوڳـڻَ اوڏا نــہ تِيـا ، ڳـُـڻَ کـَـيائون ڳـَـچُ،
جِئَـن سـَـڙَنِ تِئـَـن سـَـچُ، جِئـَـن سـَـڙَنِ تِئـَـن سـَـرا.

کيهـي کـامَ کاپـَـڙي، تـا آهـِـڙي رَوَشِ رَوَنِ؟
نـَـکا دِلِ دوزَخَ ڏي، نـَـکـِـي بهـِـشتُ گـهـُـرنِ،
نـَکو کـَـمُ کـُـفارَ سين، نـَـکا مـُسلمانِي مـَـنِ،
اَيـا ايئـن چـَـونَ، تــہ پـِـريـن کـَـج پـانهنجو.

جِنِ اُجهِيو تِنِ نہ بُجهيو ويٺي گڏيُنِ وِيرُ
ڏوري ڏٺائون ڏکَ سين، پاڻَ مَنجهان ئي پِيرُ
لَتو تِنِ لَطِيفُ چئي، جُسي جو زَنجِيرُ
کِينِ ڏٺو هو کاپَڙين، کابُلُ ۽ کَشميرُ
سَچُ جنِين جو سِيرُ، تِنِ گُر ويٺي ئي گڏيو.

کَنهِن جَنهِن کُنا کاتِ، جِنَ سامِي مُورُنہ سَنَرا،
ڏِينهان ڏکِي ڏِيلَ ۾، سُورُ سَچائي راتِ،
سَندي جوڳِيان ذاتِ، جِيجان! هوءِ جَڏائڙي.

قُوتَ کَڙايا کاپَڙي، طَعام نہ طَمَعدارَ،
سِينَ هَنيائونَ سُجَ ۾، جوڳِي کَنهن نہ يارَ،
اَوَسَرَ جي آذارَ، اَتِي گُوندَرَ گڏِيا.

وِچِيــنِ وِينا رَهَــنِ، سـانجهيءَ رَهَــنِ سُـمهِـــي،
بُکَ مَـرَندي بِـکيا، کَـنهن کان کيـن گهُـرَنِ،
پيٽَ نـہ هيـرِيائون پانهنجا، چَــوري ساڻ چَـنَـــنِ،
ڦَــکِي فَقِيرَن ،ماڳِــيان پِــني مـــاٽِ جـــي.

آديـــســـيـــن اَدَبُ، آهــــــي اکَــٽِـيَــنِ ۾.
تن جو حَسَــبُ نَسَبُ ناهِ کِــي، نـہ اَمـا نـہ اَبُ،
سـامِـيُنِ کي سَـيـين پِـرِيـن، روحَ ۾ رَهِــيو رَبُ،
رِيءَ لانگـوٽِـيءَ لَـبُ، پـاڇِـيَ کَـنِ نـہ پـاڻَ سـين.

رَهِـــيا اَٿيـــئي راتِ، صـُبُـحَ وينـدءِ صـابِـري،
لُنءَ لُنءِ مَنجهہ لَطِـيفُ چئي، کَـرِ تِـنين جي تاتِ،
سَـــندي جـوِڳِيـانِ ذاتِ، بِـئَـي پِيـري مَـبَـسَ مِـٽِي.

تــان کــي وَٽِـــنِ وَڃُ، جـان آهيـــنِ اوطاقُـــنِ ۾،
ســـامِـــي سَـفَـــرِ هَـــليا، رائــو چِـتـائي رَڃُ،
اهِـڙو جن اهُـڃُ، سـي کَـرَمِ مِـلَـنـدءِ کاپـَـڙِي.

تان ڪي وَٽنِ آءِ، جان آهين اوطاقُنِ ۾،
وِيو تنِ نہ وسري، لاهُوتي ڪو لاءِ،
فنا ۾ فِراقَ جو، سامِينِ چکيو ساءِ،
وَٽان تو ويندءِ، ڪاپَڙي ڪابولَ ڏي.

اَڄُ نہ اوطاقَنِ ۾ ، طالبَ تَنوارينِ،
آديسي اٿي وِيا، مَتڙِهيون مُون مارينِ،
جي جِيءَ کي جِيارِينِ، سي لاهُوتي لَڏي وِيا.

اَڄُ نہ اوطاقَنِ ۾، سَندي جوڳينِ ذاتِ!
ساري سَناسِينِ کي، رُنُم ساري راتِ،
مُون تَنَ جِنين جي تاتِ، سي لاهُوتِي لڏي وِيا.

بُکَ وِڏائون بُگَريين، جوڳي کَندا جُڄَ،
طَلَبَ نہ رکَنِ طَعامَ جي، اوتيو پِيَنِ اڄَ،
لاهُوتِينِ لَطيفُ چئي، مَنُ ماري ڪَيو مُڄَ،
سامِي جهاڳي سُڄَ، وَسَنئَن کي ويجها تِيا.

جي تو بيت پانئيا ______________

نہ گِندا، نہ گبِري، نہ لانگوٽِي لِکَ،
جيڏَنِهن پَرِينِ وِکَ، تيڏانِهن صاحِبُ سامُهون.

ڪَچي ڪاچوٽِي، نانگَنِ ٻَڌي نيهَن جي،
جَهڙا آيا جڳَ ۾، تَهڙا وِيا موٽِي،
اٽِئين جي چوٽِي، پُورَبِ ٽيندي پَڌري.

تُنبائي تاڪِيدَ سين، جَن پِچايو پاءُ،
لَسي تَندُ لَطِيفُ چئي، هَلي تن هٿاءُ،
مَلِمَلِ مَنجِهان ماءُ! جي سِکيون تن سونُ ڪَيو.

ٽَڪ وِنگي وَرَگهَٽا، ڪَنَتِيان ڪُڄاڙو؟
ڪاپِي مَتان ڪيِترو، آٽِيان اڏارو؟
جي وَرُڏِئي وارو، تہ سُونهان سَرَتِيِنِ وِچَ ۾.

نہ سي وَڻُ وَٽَنِ ۾، نہ سي ڪاتارِيون،
پَسِيو بازاريون، هِنئڙو مُون لُوڻ ٿئي.

جا سَنهو نہ سِڪِي، سا مَرُ رنڊائِي روڙي،
سُٽُ اَنهيءَ جو سَقَرو، وِيا تَرازيءَ توري،
تُلهي ۽ توري، ويچاريءَ سان وَڙُ ٿيو.

چَرِخو پَنهِنجي چِتَ ۾، پِنيءَ پيرِيو جَنِ،
توٽي ڪينَ ڪَتِنِ، تہ بہ ڪانڌُ تنين جو ڪوڏيو.

# سُر پورَبُ

ڪري ڪانگَا! ڪُرنشونَ، پيرين پرِينءَ پَئيجِ،
آئون جو ڏِينَئي سَنيِهو، وِج مَ وِساريجِ،
اَللهَ لَڳِ لَطيفُ چئي، ڳجهو ڳالهائيجِ،
چئِان تئن چئيجِ، تہ ڪنياتا! خوش هُئين.

ڪانگَلَ! سي ئِي ڪوٺ، پِرين جي پَرڏيهہ ويا،
جنين ريءَ جَهانَ ۾، اڪتِيُن اَروٺ،
الله لڳِ لَطيفُ چئي، ڪَجِ ڳاراچو ڳوٺِ،
جي ڏمرِ يا ڪَنهن ڏوٺِ، سي اڏامي آڻ پِرين.

پِرين جي پَرَديسَ ۾، تن جي ڪانگا ڪَج خَبَرَ،
تہ سَپِ مَتِڙهايان سونَ سين، پَڪي تُنهنجا پَرَ،
گهمِي مَتان گهَرَ، ڏِج پارانيا پِرينءَ کي.

کَـــيِي ڪانگا! تـو ڏِيان، ھِنئون ساڻُ ھـَـتَــنِ،
وَجــي ڪـــاءُ وِلاتِ ۾، اِڳِيـــان عــَـجــِـيبـَـــنِ،
پِـرِيـن مـانَ چـَـــوَنِ، تــ ِهـئـن قــُـرِيـانُ ڪيـرَ تـي؟

اَچِـــيو اَچِـــيو پــوَنِ، واڪــا ڪـَـيون وَٽَـــنِ ۾،
سَـنيِـــها سيـڻَـــنِ جا، چـوِڻـيءَ چـَـڙهِيـو چـُـوَنِ،
ڪانگَ نـ ڪـُـوڙا ھـُـوَنِ، پِريـان سـَـندي پـارَ جـا.

ڪــانگلَ! ڪوھـ ُ تيــوءِ پيــو آهِيــن پـَــــٽ ۾؟
اَڳِي اُسَ تـِڙڪـو نـ سَـهِـين، اَڄ ُساروڏِينهن ُسـنوءِ،
پـَــسي حـالُ سـَــندوءِ، ڪـانگِنِ ڪـانگيرو ڪـَــيو.

تِــن اَڪيـُـنِ اُتـان سـُـڪَ، ڪِلـَـندي ڪـَڻـَــنِ جـي،
پِـرِيـنِ پاپوھـَــڻَ سـان، ڏورِ ڪـَــيا سـَــيِ ڏُڪَ،
مـاڙهـنِ ليکي بـُـکَ، سامِـي سـُـورَ سـَـنها ڪـَــيا.

پـُـورَبـِـيا پـُـوري وِيـا، آسـَـڻَ اڏيءَ راتِ،
سـُيَـمِ نـہ سـَناسِيـُنِ جـُون، پـَـچارُوَن پِرِيـاتِ،
کـا جـا جوڳـيءَ ذاتِ، مِـٿَ نـہ مـَـعذوُرِنِ جـا.

# سُرُ ڪارايَلُ

أچو پاٽي لُڙُتيو، ڪالوُريو ڪَنگن،
ايندي لَڄَ مَرَنِ، تَنهِن سَرَ مَتي هَنجَڙا!

سَرَ ۾ پَڪي هِيڪڙو، پاڙهيري پنجاهَ،
سَندي آسَ اَللهَ، لُڌي لَهرِنِ وچَ ۾.

ڪَوَنَر پاڙون پاتارَ ۾، پَوئرُ پِري آڪاسِ،
ڀِنيِن سَندي ڳالَهڙي، رازِق آندي راسِ،
تنهِن عِشقَ کي شاباسِ، جَنهن مُحَبَتِي ميڙِيا.

هَنجَ مِڙيئي هَنجَ، ميرو مَنجهن ناهِ ڪو،
جِتي زَهَنِ سَنجَهه، سو سَرُ ڪَنِ سَرَهو.

وِيا مورَ مَرِي ، هَنجَ نہ رَهيو هيِڪڙو،
وَطَنِ تِيو وَرِي، ڪوڙَنِ ڪانِيرَنِ جو.

سو پَکي سو پِجِرو، سو سَرُ سوئي هَنجَ،
پِيهِي جان پَروڙِيو، مون پانهِنجو مَنجُهہ،
ڏِيلَ جَنهِن جو ڏَنجُهہ، سو مارِي تو مَنجِهہ ڦِري.

سَنها پِانءِ مَ سَپَ، وِياءَ واسِينگَنِ جا،
جنيِن جي جَهڙَپَ، هاتي هَنڌان ٿي نہ چُري.

ڪَپَرَ! ڪاروڙِين سين، وَڏو وِڍءِ وِيرُ،
نانگَ نہ ويندين نِڪري، تو ڏَرَ مَتي پِيرُ،
هِي تنِين جو ڍيرُ، جن جهونا ڳَڙهہ جَلائيو.

# سُر پرڀاتي

جنِين سُڪُ ناهِ ڪو، چارڻَ سي چئجنِ،
رُڄنِ راهَ پُڄنِ، مَتي ڪُلهنِ ڪينرا.

ذاتِ نه آهي ذاتِ تي، جو وَهي سو لَهي،
آرِيون اَڀوڄهنِ جون، سَپَڙُ ڄامِ سَهي،
جو راءَ وَٽِ راتِ رَهي، تَنهِن جُڪي تان نه ٿئي.

تُون سَپَڙُ آئون سيڪڙو، تون صاحِبُ، آئون سَڳُ،
پُڄي تنهِنجو پَڳُ، ڪُلهي پاتَمِ ڪِينَرو.

تون سَپَڙُ آئون سيڪَڙو، تون ڏاتارُ آئون ڏَڏُ،
سُٽِي تُنهِنجو سَڏُ، ڪُلهي پاتَمِ ڪِينَرو.

تون سَپـَــڙُ آئـون سيـڪڙوُ تـون ڏاتـارُ آئـون ڏوهـ،
تون پارِس آئون لِوهـُ، جي سُجِـين تـہ سونُ ٿيـانَ.

ڏاتـارُ تـہ تـون، پِيـا مِـڙئـِـي مـَگـِـــٽا،
مِينهـَـن مـُندائِتا وَسـِــٽا، سـَـدا وَسـِـين تـون.
جي گهـَـرِ اَچِـين مـُون، تـہ ميرِيـائي مـانُ لـَــهان.

# سُرُ ڏَهَرُ

مَـٓـجَ! تـُـلهو تيـو توڙـا هـَـٽـيـن،
جا تـو ڏِنـي اَچَ، تـَـنهـِـن پـاڻيءَ پـُـنا ڏِينهـَـڙا.

اوِنيـنِ كـارَڻِ اَچَ، نيـڻَ نِهـارا مـون كـَـيا،
پـُـنهون چـامرَا! پـَـهـَـچَ، تـہ لاهِيـون اُجَ اَكـِـينِ جـي.

اَللّٰهَ جِئـَـن نـالوءِ تِئـَـن مـون وَڏو آسـِـرو،
خالِقَ! تـُـنهـِـنجيءَ كانـدِ جـو، پـَـرو پـاندُ نـہ كـوءِ،
نـالو رَبَ! سـَـندوءِ، رَهـِـيو آهـِـمِ روحَ ۾.

صاحِبَ! تنهنجي صاحِبي، عـَـجَـبُ ڏِنـي سـُـون،
پـَـنَ بـوڙِيـن پاتـالَ ۾، پـَـهـَـڻَ تـارين تـون،
حيكـَـرَ اَچـِـين مـُـون، تـہ ميـرِيـائي مـانُ لـَـهان.

جي تو بيت پانئيا ___________

مِنو جِئَن نالوءِ، تِئَن مون وڏو آسِرو،
ڪو دَرُناهِ جِهوءِ، مون پِيا دَرَ گهَٽا نِهارِيا.

جيڏو تنهنجو نانءُ، ٻاجَهہ بہ اوڏِيائي مَگانءِ،
رِي ٿَنيين، ري توڙين، تون ڇَپَرُ، تون ڇانءِ،
ڪُڄاڙو ڪَهان؟ توکي مَعلومُ سَيَڪا.

سَتَرُ ڪَرِ سَتارا! آئون اگهاڙي آهِيان،
ڍَڪِئَين ڍَڪَڻهارَ! ڏيئي پاندُ پناهہ جو.

وَرَسين وِڄهيو ڪاڻِ، ڪَرَسين ڪِلَڻُ پائِيين،
پوري! مُنڍَ اَڄاڻِ، ڪَڻَ ڇَڏِيو تهہَ ميڙِئين.

سُتا اٿِي جاڳُ، نِنڊُ نہ ڪَجي ايتِري،
سُلطاني سُهاڳُ، نِنڊُن ڪَندي نہ ٿِئي.

ڪي سُمهہ ڪي جاڳہُ، ننڊَ نہ ڪَجي ايتري،
اِيءُ مانجهاندي جو ماڳہُ، جو تو ساٿيهہ پائنئيو.

سُتي نہ سَرنديا،ءِ ڪَر پچار پِريُن جي،
وِهامي ويِنديا،ءِ گهڻا ھڻنديِن هَتڙا.

قِريا پَسي قيڻُ، ڪريِن ڪيرُ نہ چڪيو،
دُنِيا ڪارڻ ڏيِنُ، وِجائي وِلها تِيا.

وَڳَرَ وِيا وهي، ڪالهہ تُنهنجا ڪونجڙي!
ڪَنديِنءَ ڪوهہ رَهي، سَرَ ۾ سُپيرِين ري؟

وَڳَرَ ڪيو وَتن، پِرتِ نہ چِنن پاڻ ۾،
پَسو پکيئڙَنِ، ماڙهنئان ميٺُ گهڻو.

جـــاڳو جاڙيجـــا ! سَمـــا ! سُـــک مَ سُمهـــو،
پَســـو آن پاريـــا، لاڪـــو تـــو لـــوڙائـــون ڪَـــري.

اَڏيـــو جـــو اوڏن، ســـو ڊِنـــگر ڍلـــوم ٽئـــي،
جَنهـــن پَـــرِ ويهـــي ڪَـــنِ، ليڪـــو لاکـــي ڄـــام سَـــين.

ڪَـڏهِيـن مَڙهـ مُقـام ۾، ڪَـڏهِيـن ڳـاڙهو گهـوٽ،
سَـــندو واريءَ ڪـــوٽ، اَڏيـــو اَڏبـــو ڪيتـــرو؟

# سُر بلاوَلُ

اَبـــڙو وَڏُ وڙو، سُـــوڙَو سَمـــو سُـــونهن سَـــينِ،
تَنهـنِ دَرِ سَـبِ اَچـنِ، کَنـدُ نـہ کَـدِي کَـچَ ڏَٺـي.

جکــرِو جــوڙِي، پــاڻَ ڏَٺـــيءَ پيـــدا کَيـــو،
کيهـرَ جِئـنَ کَرُ کٽـي، مُچـونَ مَلهـہ مـوڙِي،
سَمونـدَ جِئـنِ سيرَ کَيـو، تـو بـارِ جِئـنَ بـوڙِي،
گهـوٽَ چـڙِهيـو گهـوڙِي، پيپـچيـنِ لائـي پيـچـرا.

ڏِنـي جـادَمَ جکـرِي، چِـتِ نـہ پِيـا چـڙَهـنِ،
تـہ کـي کـوَهـہ کَجِـنِ، جُـہ سَـرُ کِيـبي سَـيرَو؟

ڏَمـرِيـو تـہ بـہ ڏَئـي، پَرچـي تـان پـاٺَ پِـري،
جُنــگَ جکـرِي کَـي، پَيئـي چَگيـونِ چِـتَ ۾.

اَلا! ڄُنگَ ڄِينِ، جنينِ اَجهي گهارِيان،
شالَ مَ سُڪي ويترَي، جِئان پِي پِينِ،
مَرَڪڻَ! اَڪِڙِينِ، تو ڏِني مونَ سُڪُ تِئي.

آسورُ سَندي آسري، وينو آهه وَڳَندُ،
هَڏِ نہ ڇَڏِيندو هَندُ، آيس بُوءِ بَهارَ جي،

# شاھ ۽ شاھ جو ڪلام

شاھ صاحب جي ڪلام جو بحر وزن هندي دوهي سان تعلق رکي ٿو. جيڪو هڪ لچڪدار بحر وزن آهي، جنهن جي آخر ۾ قافيو ايندو آهي. دوهي ۾ ماترائن جي تعداد جي سختيءَ سان پابندي نہ ڪئي ويندي آهي، پر شاعر پنهنجي ضرورت آهر ان جو گهٽ وڌاءُ ڪري سگهي ٿو. دوهي ۾ ٻہ يا ٻن ڪان وڌيڪ قافيا هوندا آهن. هر مصرع جا ٻہ اڌ يا پد هوندا آهن. پوئين مصرع جي پهرين پد ۾ اڳ ۾ آيل مصرعن وارو قافيو ايندو آهي، جڏهن تہ آخري مصرع جو ٻيو پد ٻنان قافيي هوندو آهي. اهڙا بيت گڏجي هڪ سر يا راڳڻيءَ جي صورت اختيار ڪن ٿا. ان سر جو نالو يا تہ ان مضمون پٽاندر هوندو آهي يا وري ان سر مطابق هوندو آهي، جنهن ۾ اهو ڳايو ويندو هجي. هر هڪ سر ۾ هڪجهڙا قافيا نہ هوندا آهن. بلڪ هر بيت جا مختلف قافيا هوندا آهن ۽ هر بيت ٻئي بيت کان الڳ هوندو آهي. سنڌ جو عوام عربي فارسي واري مشڪل ۽ منجهيل علم عروض کي پسند نہ ٿو ڪري، ڇاڪاڻ تہ علم عروض جا اصول سنڌي زبان جي اصلوڪن اچارن سان ٺهڪي نہ ٿا اچن. ان جي ابتڙ ڇند ۾ ماترائن جي مقرر تعداد جي پابندي ضروري نہ ڄاتي ويندي آهي، پر اهي ڳائڻ جي اصولن موجب مقرر ڪيون وينديون آهن. جيڪي سڄي سر ۾

جي ٿو بيت پاڻيا ——————

سھڻي نموني استعمال ڪيون ويندي ون آھن، ۽ اھي پڙھندڙن کي اڻ وڻندڙ محسوس نہ ٿينديون آھن. سنڌي زبان ھن ڏس ۾ خاص سھوليت رکي ٿي، ڇو جو سنڌس اسم ھڪ خاص نموني اچاريا وڃن ٿا.

آخر ۾ اھو چوڻ ضروري سمجھان ٿو تہ سنڌي زبان جي ھن بھترين ادبي شاھڪار کي ڇپرائڻ لاءِ ھز ايڪسيلينسي سر بارٽل فريئر، گورنر بمبئي، فراخ دليءَ سان وڏي رقم منظور ڪئي، جيڪو سنڌ ۾ ڪمشنر مقرر ٿيڻ کان وٺي ھن صوبي جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رھي ٿو.

اسان کي يقين آھي تہ ھن رسالي جي ڇپائيءَ سان سنڌي زبان جي مطالعي ۾ وڏي مدد ملندي. ھن زبان کي وڌڻ ويجھڻ جا موقعا گھٽ مليا آھن، پر ان ھوندي بہ ھيءَ زبان ھندوستان جي ٻين زبانن ۾ مٿانھون درجو رکي ٿي ۽ لسانيات جي ماھرن کي پاڻ ڏانھن متوجھ ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿي.

ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ

# شاهہ جو شعر ۽ شاعري

شاهہ عبداللطيف جهڙو هرُجهہَ ڪامل ۽ هر دلعزيز شاعر، سنڌ ۾ اجا ڪونہ پيدا ٿيو آهي. سندس شاعراڻي خستوريءَ جي خوشبوءِ سڀ ولات واسي ڇڏي آهي.

شاهہ ئي آهي، جنهن ۾، هڪ وڏي شاعر جون ڪُلي لياقتون موجود آهن. سندس خيالي قوت جو هڪ وڏو پرياڻ هي آهي، تہ جيئن جيئن، اسين سندس شعر تي اونهو غور ڪندا سون، تيئن تيئن، اسان ۾ نئين نئين حيرت اتپڻ ٿيندي ۽ وري وري پڙهڻ سان، سندس شعر ۾، ضرور اهڙي ڪا نئين نزاڪت نظر چڙهندي، جا اڳي اک ڪان گسي ويئي هوندي.

شاهہ جو ڪلام، ماڻهن جي دلين ۽ حياتيءَ سان هڪ ٿي ويو آهي. جيئن چنڊ جي ڪشش ڪري وير چڙهندي آهي ۽ آسپاس وارن وارياسن مڪانن تي، مهراڻ جا موتي اڇليندي آهي، تيئن شاهہ عبداللطيف جي شاعراڻي طبع بہ، الهامِ جي اثر هيٺ موج ۾ اچي، هن دنيا جي ويرانيءَ تي ڇوليون ماري اصل ماڻڪن جي اوت ڪئي آهي.

شاهہ عبداللطيف جو شعر، طرح طرح ڀانتين جو آهي، نهايت رنگين ۽ گونا گون آهي. سنڌ ڇڏيو، هندستان ۾ بہ، سندس

مٿ ڳولڻ مشڪل آهي. سندس نالو دنيا جي نامر ڪٿين شاعرن جي دفتر ۾ داخل ٿيڻ جو هر وجهہ لائق آهي.

ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي

# شاهہ جو رسالو

شاهہ جو رسالو اسان لاءِ، لسانيت توڙي ادبيت جي لحاظ کان، هڪ ابدي خزانو آهي، جنهن مان ڪڏهن "ذرو بہ ضايع" ٿيڻو نہ آهي.

عالمن جو فرض آهي تہ ان مان لسانيت جا موتي لهن روحانيت جي قائلن جو شغل آهي تہ ان جي معنوي مهراڻ ۾ غواص مثل ٽٻيون هڻي ماڻڪ ميڙين.

اي‌ءَ ڳت غواصن، جئن سمنڊ سوجهياڻون،
پيهي منجهہ پاتار جي، ماڻڪ ميڙياڻون،
آڻي ڏناڻون، هيرو لال هٿن سين.

آفرين آهي، انهن ودوانن کي، جن دنيا جي نامور شاعرن کي مطالع ۽ روشن ڪرڻ ۾ پنهنجي ساري زندگي ارپي آهي. جي اهي نہ هجن ها، تہ ڪاليداس، شيڪسپيئر، ڊانٽي، ملٽن، تلسيداس، گوئٽي ۽ شاهہ جهڙن ڪامل ڪوين جي خيالات ۽ سخن درزيءَ کي ڪير سمجهي ها!

شاهہ جي زندگيءَ تي، سنياسين ۽ جوڳين جو اهم اثر پيو. سندن صحبت، هن لاءِ، ڪيميا مثل هئي، جنهن سندس قلب مان سموري ڪس ڪڍي ان کي پارس ڪري ڇڏيو.

سنڌ جي درويشن جي ڪلام مان واضح ٿو ٿئي تہ روحانيت جي راهہ ۾ هندو سنتن، مسلم عارفن مان ۽ مسلم فقيرن، هندو تارڪن مان فيض پرايو آهي.

حقيقت جي منزل ،ڌرم ۽ مذهب کان بالا آهي.ان جو پرواز، عنقا مثل، عرش تي آهي. هنن جو ڌرم يا مذهب، هڪ ئي آهي. دنيا ۾ هڪ ئي مندر، منش جي ڪايا آهي ڏٺي انسان جو ۽ انسان ڏٺيءَ جو ڳجهہ آهي.

"ڪندا ويا تنوار عالم عارف اهڙي."

**پروفيسر ڪلياڻ بولچند آڏواڻي**

# وچئين دور جو آخري وڏو شاعر

شاهه عبداللطيف جي زندگيءَ واري زماني ۾ اسان چٽيءَ ريت اهڙيون نشانيون ڏسون ٿا، جيڪي ٻڌائين ٿيون تہ پراڻو نظام ٽٽي رهيو هو. خود شاعر جي زندگيءَ ۾ بہ اهڙا درجا نظر اچن ٿا، جن مان هو گذري شاعر مان هڪ ڏاهو ۽ پوءِ صوفي بڻيو. بهر صورت، اهم نقطو اهو آهي تہ شاهه عبداللطيف وچين دؤر جي وڏن شاعرن مان هڪ وڏو ۽ آخري شاعر هو. هن انهن ماڻهن لاءِ ڳايو جن جو مذهبي نقطءِ نظر اڄ بہ ڇاتل سڃاتل ۽ عزت پريو آهي، جيڪو ان وچئين دؤر جي سڃاڻپ هو ۽ ماڻهن جي مزاج سان ٺهڪي ٿي آيو، جيڪا خوبي هاڻي هميشہ لاءِ گم ٿي وئي آهي، شڪ آهي تہ شاهه لطيف جي ڪلام جهڙو ڪو ڪلام وري چيو ويندو، پر اسين سمجهون ٿا تہ جيڪڏهن ڪنهن سندس تقليد ڪئي تہ اها ڪيتري بہ هنرمنديءَ سان ڪئي وڃي رڳو نقل ٿي هوندي، جنهن ۾ ڪا بہ زندگي ڪانہ هوندي. ممڪن آهي تہ هي بيان قياس کان ٻاهر محسوس ٿئي! ڇاڪاڻ جو شاهه عبداللطيف جي شاعريءَ کي اڄان تائين سنڌ اندر محبت ڀريو مضبوط جادوئي اثر ۾ وڏي تعريف ۽ مڃتا حاصل آهي. سچ تہ ان ڳالهہ ۾ ڪو مونجهارو ڪونهي. اڄ بيتن مان نئين قسم جو لطف اچي ٿو، جنهن جو سبب جديد دؤر ۾ ماڻهن جو وڌيل ادبي ذوق آهي. اهو لطيف

جي تو بيت پانئيا ________________

جذباتي حد تائين احترام منجهان بہ پيدا ٿئي ٿو! جيڪو ماڻهو پنهنجي ماضيءَ جي خاص ڳالهين لاءِ محسوس ڪندو آهي ۽ دنيا جا سڀ ماڻهو پنهنجي ثقافتي ارتقا جي ڪنهن نہ ڪنهن درجي تي محسوس ڪندا آهن. جيتوڻيڪ بيتن ۾ موجود نظريا اڄ بہ مڃيا وڃن ٿا، پر انهن جي مڃتا ساڳئي نموني ۽ ساڳين سببن جي ڪري ڪانهي. اهو ان ڪري ٿيو آهي جو گذري ويل دؤر وارو سادو ۽ مضبوط ويساهہ هاڻ نہ رهيو آهي ۽ اهو امڪان بہ ڪونهي تہ ڪو ٻيو شاهہ عبداللطيف پيدا ٿيندو.

اهڙي امڪان جو هجڻ ايئن آهيَ، جيئن موجوده انگليڊ ۾ وري ڪو ٻيو ڊن (Donne) يا ٻيو ڪو ملٽن (Milton) جنم وٺي اچي. ادبي تصور تبديل ٿي چڪو آهي. قدر بدلجي چڪا آهن. اڳئين سادي دؤر جي ڀيٽ ۾ اڄ ماڻهوءَ جو ذهن وڌيڪ وسيع آهي. ڊن ۽ ملٽن اڄ بہ ماڻهن کي پسند آهن ۽ هو ساڻن پيار ڪن ٿا، پر جن خيالن جي انهن تبليغ ڪئي هئي، سي جديد سوچ تي ان ريت اثر انداز نہ ٿا ٿين، جنهن نموني سان سترهين صديءَ واري انگلينڊ جي ماڻهوءَ تي ٿيندا هئا. اهي خيال هاڻي ٻئي نقطہ نظر کان جاچڻ جهڙا آهن . اِنهيءَ کي ٿورو بدلائي هيئن چئي سگهجي ٿو تہ اهو نفيس ۽ لطيف فن جو عمل آهي، جنهن کي پوئين دؤر جو انسان اڻچٽيءَ اک سان ڏسي ٿو. جيڪو حقيقي هوندي بہ چڻ تہ غير حقيقي پوش سان ڍڪيو پيو آهي. فن جي ميدان ۾ جيڪڏهن ڪو وڏو ڪارنامو ٿئي ٿو ۽ اهو عظمت

جي آسمان کي هڪ دفعو ڇهي ٿو ته پوءِ اهو جامد بنجي وڃي ٿو. اهو چئڻ ته هڪ قسم جي تڪميل کي پهچي ٿو ته پوءِ جذبات جو مقصد نه ٿو بنجي پر اندروني عميق نگاهه جو عنوان بنجي ٿو وڃي، جيڪو هڪ جدا معاملو آهي. شاهه عبداللطيف جي بي مثال شاعريءَ کي اهڙي ئي طرح سمجهائي سگهجي ٿو. شاهه عبداللطيف سنڌي ٻوليءَ کي اهڙي سهڻي تخيل سان ڀرپور نموني اظهار جو ذريعو بڻائڻ وارو پهريون وڏو شاعر هو. هن اهو ڪارنامو جنهن دؤر ۾ سر انجام ڏنو، ان وقت سنڌ ۾ اجان وچولي دؤر واري صورتحال موجود هئي. نتيجي طور سندس شاعريءَ تي ان دؤر جي انفرادي مهر لڳل هئي، جيڪا پيهر ڪڏهن به لڳي نه ٿي سگهي. ساڳئي مقامي ماحول، ساڳئي خيال جي دائري، يقين ۽ احساس اندر ڪو بيو ماڻهو هن قسم جي شاعري نه ٿو تخليق ڪري سگهي.

**ايڇ. ٽي. سورلي**

# شاھ عبداللطيف

## دنيا جو سڀ کان وڏو شاعر

ننڍي هوندي اسڪولي ڏينهن جو هڪ واقعو ٿو ياد پوي. اسان کي ماستر صاحبؒ پڙهائيندي ٻڌايو تہ ڪاليداس ڀارت جو شيڪسپيئر هو. اهو ٻڌي دل خوش ٿي هئي ۽ فخر بہ ٿيو هو تہ ڀارت بہ شيڪسپيئر جهڙو مهان ڪوي پيدا ڪيو. ٿورو وڏو ٿيڻ ۽ سمجهہ ۾ ڪجهہ تيزي آئي تہ ديش پريم جي ڀاونا من اندر اڀرڻ لڳي. اسين جڏهن چئون ٿا تہ ڪاليداس ڀارت جو شيڪسپيئر هو تڏهن اڻ سڌيءَ طرح اسان قبول ٿا ڪريون تہ شيڪسپيئر ڪاليداس کان مُهان هو ورنہ ايئن ڇو نہ چئون تہ شيڪسپيئر انگليند جو ڪاليداس هو. ڪاليداس شيڪسپيئر کان گهٽ ٿورو ئي هو. ايئن برابر آهي تہ مُهان شخصيتن جي ڀيٽ ڪانہ ڪبي آهي، انهن جي وچ ۾ جيڪي فرق هوندا آهن رڳو اهي ٻڌايا ويندا آهن. شيڪسپيئر ۽ ڪاليداس جدا جدا کيترن ۾ مهان هئا. انساني من اندر جذبن جي جيڪا ڇڪري لڳي ٿي، جو سنگرش ٿئي ٿو ان جو چٽر جهڙو شيڪسپيئر پنهنجن ڏکانتن ۾ ٿيو آهي، اهڙو چٽر دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ ڪويءَ جي ناٽڪن ۾ مشڪل ملندو. شيڪسپيئر جي وڏي ۾ وڏي مهانتا اها آهي. ٻئي طرف وري ڪاليداس استريءَ جي شرير جي نزاڪت ۽

جي تو بيت ڀانئيا ___________

ڪنيون اٿس، پر ڏائڻين جي ڏنارڻ ۽ پنهنجي شيطان زال جي برغلائڻ تي بادشاهه جو خون ٿو ڪري ۽ نتيجي طور پاڻ ڪتي جو موت ٿو مري . اوٿيلو (Othelo) وري زال جي بيوفائيءَ جي باري ۾ اعتبار ۾ اچڻ جهڙي ثبوت ڪارڻ گمراهه ٿي ڪيس قتل ٿو ڪري پر پوءِ جڏهن سندس زال جي پوترتا جي خبر ٿي پويس تڏهن آپگهات ٿو ڪري ۽ هيملاٽ اهو سوچيندي سوچيندي ته سندس پيءُ جو خون سچ پچ سندس چاچي ڪيو آهي هن دنيا کي الوداع ٿو ڪري وڃي.

شيڪسپيئر جي مٿين ڏکانتن جا نائڪ ڏکي ٿي ٿا مرن ۽ اسان حيرانيءَ ۾ سوچڻ ٿا لڳون ته آخر ٿوريءَ غلطيءَ لاءِ ڪين اهڙي ڳري سزا ڇو ملي. گدري جو ڇور ڦاسيءَ ڇو لٽڪايو ويو؟

هن سڄي تصور مان هڪڙو نتيجو نڪري ٿو سو هيءُ ته شيڪسپيئر زندگيءَ جو مسئلو جدو جهد ۽ جاکوڙ لاثاني نمونی ڇٽي ٿو مگر جيون جي مسئلي جو حل نه ٿو ٻڌائي! شايد هن وٽ ڪو حل هوئي ڪونه.

ٻئي طرف شاهه جي آکاڻين ڏانهن نظر ڦيرايو. محدود معنيٰ ۾ شاهه جون آکاڻيون به ڏکانت مثل آهن، ان ڪري جو نايڪ ۽ نايڪا پريمي ۽ پريتما جو پاڻ ۾ ميلاپ نه ٿو ٿئي، پر شاهه جي نايڪ ۽ نايڪا ۽ شيڪسپيئر جي نايڪ ۽ نايڪا جي موت ۾ هڪ بنيادي فرق آهي، جتي شيڪسپيئر جا نايڪ ۽ نايڪائون روئندي پٽيندي ۽ رڙيون ۽ واڪا ڪندي موت جي منهن ۾ وڃن ٿا اتي شاهه

جي تو بيت پانئيا

سندس من جي ڪوملتا جنهن ڪماليت سان چٽي آهي، اهڙي شايد ٻئي ڪويءَ جي ڪوتا ۾ نہ ملندي. جرمن عالمن شڪنتلا جي جا ساراهہ ڪئي آهي سا ان دعويٰ جي تصديق ڪري ٿي.

شيڪسپيئر جي ڊرامن ۽ ڪاليداس جي شڪنتلا جي گهڻي عرصي تائين من تي ڇاپ رهي. افسوس اهو جو شاهہ جا بيت اسڪول ۾ پڙهندي انهن جي مهانتا جو احساس تڏهن ڪونہ ٿيو. شاهہ جي شعر جي مهانتا جو احساس تڏهن ٿيو، جڏهن ڪاليج ۾ فيلسوفيءَ جو ايپاس ڪيم. جڏهن اهو احساس ٿيو تڏهن منهنجو من اٿين ڇوڙ لاءِ بہ تيار نہ ٿيو تہ شيڪسپيئر انگلنڊ جو عبداللطيف آهي. شاهہ جنهن چوٽيءَ تي بيٺو آهي، انجو تصور ڪندي شيڪسپيئر جي شاهہ سان ڀيٽ ٿي نہ ٿي ڪري سگهجي. شيڪسپيئر پنهنجي ڊرامن انساني من اندر جا جدو جهد ۽ جنگ هلي ٿي تنهن جو لاثاني نموني اظهار ڪيو آهي. اچو تہ هاڻي سندس چئن ڊرامن تي ٿوري نظر ڦيرايون. ليئر بادشاهہ (King lear) هڪ نيڪ حاڪم آهي، پر سندس ڪمزوري اها آهي جو وڏين ڌيئن جي خوشامد ۾ اچي پنهنجي ننڍي ڌيءَ کي لاوارث ٿو ڪري. ظلم اهو جو اهي ٻئي وڏيون ڌيئر کيس ڌڪي ٿيون ڪڍن ۽ ننڍي ڪارڊيلا ئي سندس ڪم ٿي اچي. پر تنهن وچ ۾ ذهني ڇڪتاڻ ڪارڻ هو پاڳل ٿو ٿي پوي ۽ موت کي ٿو رسي. مئڪبيٿ ( ڪتاب جو نالو) هڪ بهادر سپهہ سالار آهي ۽ پنهنجي بادشاهہ لاءِ ڪيتريون جنگيون

جي تو بيت ٻانئيا ___________

جا سورما ۽ سورميون پاڻ ارپيندي ائين سمجهن ٿا تہ انهن پنهنجي جيون جو سفر خاطر خواهہ نموني پورو ڪيو. هنن لاءِ ڪو مسئلو نہ ٿو رهي ۽ سمجهن ٿا تہ جيون جي پرولي انهن چڱيءَ طرح ٻجهي آهي. سسئي، سهڻي ۽ مومل موت سان پنهنجي جيون جو مقصد ماڻين ٿيون. مطلب اهو تہ انسان جيستائين پنهنجي من جي خوشي آنند پاڻ کان ٻاهر ڳوليندو دکي ٿي ٿيندو.

پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
نہ ڪو ڏونگر ڏيهہ ۾، نہ ڪا ڪيچن ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

ٻلديو تارا چند گاجرا

# تحقيق: شاهہ جي دؤر ۾

سنڌ پنهنجي قومي وجود جي شعور کان نوازجي رهي هئي ۽ پنهنجي ذات جي تسليميءَ ۽ قومي اظهار لاءِ جدوجهد ۾ مصروف هئي. سنڌ تي وهشين منگولن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي ڌارئين راڄ (جيڪي بہ بيشڪ مسلمان ٿي هئا) ۽ سنڌن انڌي ظلم جي تقريبا سوا ٻن صدين (1520ع کان 1736ع تائين) جو ڏکيو سياهہ ڪال ختم ٿي رهيو هو ۽ سنڌ جي ماڻهن جي رتو ڇاڻ بند ٿيڻ جي قريب اچي بيٺي هئي ۽ سنڌ پنهنجي آزاديءَ ۽ اتحاد جي منزل تي ۽ سنڌس رهواسي پنهنجي خود مختياريءَ ۽ آزاد راڄ جي دروازي تائين پهچي رهيا هئا.

شاهہ جو رسالو سنڌ جي ان آزاديءَ جي تلاش ۽ قومي تشخص ۽ خود اظهاريت جي اڌمي جو ترجمان آهي. شاهہ جو اهو هڪ سڏ هو سنڌ جي ماڻهن کي، هڪ قوم جي حيثيت ۾ پاڻ کي دريافت ڪرڻ ۽ سڃاڻڻ جو ۽ پاڻ مڃائڻ جو. انهيءَ ڪري شاهہ جو رسالو هڪ مذهبي يا حڪيمانہ پستڪ کان وڌيڪ هڪ قومي صحيفو آهي. ان جي تشڪيل ۽ تربيت سنڌ جي قومي زندگيءَ مان اسريل هڪ روايتي مثال آهي، جنهن جون پاڙون ان زندگيءَ جي افضل ترين تاريخي دؤرن ۾ ڪتل آهن. سومرن ۽ سمن جي ٻن دؤرن ۾،

جي تو بيت ڀانئيا ________________

جيڪي (نائين صدي عيسويءَ جي وچ کان وٺي سورهين صديءَ جي شروع تائين) تقريبا ستن صدين تي پکڙيل هئا ۽ سنڌ جي سماجي تهذيبي سجاڳپ جا عظيم تربيتي دؤر شمار ٿين ٿا.

شاهه جي شعر جي ادبي افضليت ۽ صوفيانه اڏام بيان ۽ ڪاٿي ڪان مٿي آهي ۽ ان جي فني خصوصيت ۽ سجاڳت به پنهنجي مثال پاڻ آهي، پر سڀ کان وڏيڪ اهو سنڌ جي ماڻهن جي ذهني ۽ اخلاقي قوت جو هڪ سرچشمو آهي، ڇاڪاڻ ته اهو انهن جي ٻوليءَ جي وسعت ۽ پختگيءَ جو حد نشان آهي- ٻولي جيڪا سنڌس جڳن جي زندگيءَ ۽ انساني جوهر جي پوري سفر جو هڪ مڪمل داستان آهي.

محمد ابراهيم جويو

انئميري شمل

# شاهہ عبداللطيف جو سر سارنگ

ارنيست ٽرمپ، جيڪو هڪ جرمن صاحب علم، علم لغت جو بهترين ماهر هو، تنهن شاهہ جي اولين ڇپيل رسالي جي ديباچي ۾ ڪتاب جون وصفون بيان ڪندي لکيو آهي:

"هر جفاڪش طالب علمَ ڪي سندس محنت جو مناسب عيوضو هن طرح حاصل ٿيندو، جو ڪيس ڪيترن حسين ۽ پرلطف فقرن سان آشنائي ٿيندي، جي ڪيس هر هنڌ منهن مقابل ٿيندا رهندا."

ٽرمپ جي اها فتويٰ هن ڪري بہ زياده اهميت رکندڙ آهي، جو هو هڪ عيسائي مبلغ هو ۽ صوفي شاعري ۽ فڪر تہ درڪنار، پر هو غير- ڪرستاني مذهبي شاعريءَ ۾ بہ ڪا دلچسپي رکندڙ نہ هو. برعڪس ان جي، هن پنهنجي هڪ مضمون ۾ تصوف خلاف ڪافي ڇوهہ ڇنڊيا آهن. ان ڪان ڪجهہ عرصو اڳ، سر رچرڊ برٽن پاران شاهہ عبداللطيف جي شاعريءَ متعلق ساراهہ ڪئيءَ ويئي هئي ۽ نهايت سلوڻن لفظن ۾ اظهار خيال ڪندي چيو هئائين تہ: "ڏسجي ائين پيو تہ صوبي سنڌ جي هرهڪ باشندي کي شاهہ جي بيتن جي پوري ڄاڻ سڃاڻ آهي ۽ جڏهن کو ڪڙمي ٻنيءَ کي کيڙيندي، اڪيلو هر پنيان ٿي هليو، تڏهن بہ شاهہ جا ڏوهيڙا آلاپيندو رهيو."

جي تو بيت ڀانئيا ———————————

ان زماني کان هڪ صدي بعد، جڏهن ٽرمپ صاحب رسالي جو مشهور معروف جلد مرتب ڪيو ۽ سنڌي زبان ۽ ادب بنسبت سندس مطالعو ۽ مضمون جاري رهيا. جنهن سلسلي جو ڇيهه وچي 1872ع ڌاري سنڌي زبان جي گرامر جي اشاعت ۾ ٿيو. اڻ ڳڻيا ڪتاب ۽ بي انداز مضمون، شاهه جي پوئلڳن يا عاشقن، هندو خواه مسلمانن طرفان لکيا ويا ۽ سندس ڪلام کي ڪيئن پيرا سلجهايو ۽ سهيڙيو ويو آهي. ان کان علاوه رسالي جو اردو ترجمو پڻ ڪيو ويو آهي. باقي انگريزي ۽ جرمن ٻولين ۾ ان جا ڪجهه حصا ترجمو ڪيا ويا آهن. مغربي دنيا ۾ عام پڙهندڙن لاءِ هن موضوع تي فقط هڪ عالماڻو ۽ مڪمل ڪتابُ موجود آهي جو ڊاڪٽر سورلي جي تصنيف آهي، جنهن ۾ شاهه جي زندگي ۽ سندس ڪلام جي پس منظر جو بهترين مطالعو ڏنل آهي. تاهم . منهنجي خيال مطابق، هر هڪ ماڻهو، پير حسام الدين شاهه راشديءَ سان شامل راءِ ٿيندو، جنهن رسالي جي منظوم اردو ترجمي جو مهاڳ لکندي هن خيال جو اظهار ڪيو آهي ته:

"اسان جو شاعر توڙي جو ڄم جي لحاظ کان سنڌي آهي ۽ اسان جي ملڪ جو فخر آهي، تڏهن به هو مشرق خواه مغرب ٻنهي خطن لاءِ برابريءَ جو حق رکندڙ آهي ۽ ان ڪري اهو بلڪل بجا ٿيندو ته سموري دنيا جا اهل دل انسان ساڻس سڪ ۽ الفت رکن."

اڳتي لکي ٿو ته:

"شاهہ محض سنڌ يا سنڌي زبان جو عظيم شاعر نہ آهي، ليڪن سندس شخصيت عالمگير نوعيت جي آهي. زبان ۽ جم جي مدنظر جيتوڻيڪ سنڌ کي شاهہ جي طفيل لافاني شرف ضرور حاصل آهي، ليڪن دراصل سندس ذات ۽ پيغام نہ ڪنهن خاص ايراضيءَ جي ملڪيت آهن ۽ نہ ڪنهن مخصوص طبقي جي ميراث، هو پوري انساني برادريءَ جو ورثو آهي ۽ سندس پيغام هر اهل دل انسان جيْ روح ۽ فڪر لاءِ تقويتْ ۽ تسڪين جو باعث آهي. پوءِ ڇاهي ڪو مشرق جو باشندو هجي يا ڪنهن جي جاءِ رهائش مغرب ۾ واقع هجي."

شاهہ جيٰ ڪلام کي پڙهندي، پڙهندڙ هميشہ هن اچرج ۾ رهي ٿو تہ صوفي شاعر ڪهڙي نہٰ آسانيءَ سان اسلامي روايتن جي تندن کي هڪ ڏور ۾ ڳتي، هندستاني لوڪ ادب جي روايت ۾ اظهار بيان ڪيو آهي، ائين ڪندي هو پنهنجي مسلمان هئڻ جي حيثيت کي نڪي ختم ڪري ٿو ۽ نہ وري ان کان انڪار ڪري ٿو. انهيءَ حقيقت ۾ شڪَ جي ڪا بہ گنجائش نہ آهي تہ هو قرآن پاڪ سان بخوبي روشناس هو. جو سندس حياتيءَ دوران سندس مادري ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي رهيو هو ۽ جنهن جو تفسير ٺٽي جي نقشبندي عالمن طرفان ڪيو ٿي ويو. سنڌي ٻوليءَ ۾ جيتري تعداد ۾ قرآن شريف مڪمل طور يا سيپارا ترجما ڪيا ويا آهن، تنهن مان هي ثبوت مهيا ٿئي ٿو تہ اڄ ڏينهن سوڌو سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪو نثر يا نظم لکيو ويو آهي، تنهن جو جذباتي سرچشمو قرآن شريف آهي. ڪيس حضور پاڪ جي حديثن جي پوري ڄاڻ هئي، خاص طور ان نوعيت جي

روايتن جي جيڪي صوفيائي ڪرام طرفان استعمال پئي ڪيون ويون آهن. ليڪن هن قرآن شريف جي آيتن ۽ حضور جن جي حديثن کي انهن عاشق نينگرين جي زبان تي آندو، جن اهڙن ڪلمن کي پنهنجي روحاني تقويت خاطر دوهرايو. ائين ڪندي هن سنڌ ۽ پنجاب جي انهن اوائلي صوفين جي نقش قدم جي پيروي تي ڪئي، جن مقامي هندستاني روايتن تي عمل تي ڪيو ۽ سندن مدعا هيءَ هئي تہ عاشق ۽ تڙپندڙ روح کي عورت جي روپ ۾ پيش ڪيو وڃي، ليڪن اهي نافرمانبردار مادي نفس نہ، جي اسلام جي اوائل ۾ رهبانيت سان مانوس ڪيا ويندا هئا، پر دل جا اهي روپ جي پنهنجي حقيقي محبوب لاءِ سدائين سڪندا تي رهيا. سندس سورميون، جي سنڌو ماتريءَ جي لوڪ ڪهاڻين واريون سورميون هيون، انهن ڏکن ڏاکڙن جي مقابلي لاءِ نهايت بهادر هيون، جيڪي مٿن الله پاڪ طرفان نازل ڪيون تي ويون. ڇا اها حقيقت نہ آهي جو عرب ۽ عجم جي صوفيائي ڪرام لفظ "بلا" جنهن جو مفهوم مصيبت آهي، ان کي ڇڪي تاڻي اچي "بليٰ" سان ملايو، جنهن جي معنيٰ "هائو" اهي. دراصل "بليٰ" جو لفظ، روحن پنهنجي خالق اڪبر جي ان سوال جي جواب ۾ چيو تہ "ڇا، آئون اوهان جو خدا نہ آهيان؟" "الست بربڪم" (سوره 171-7). اهوئي سبب آهي جو شاهہ سهڻيءَ واتان هي ٿو ڳارائي تہ:

الست ارواحن کي، جڏهن چيائون جيئن،
قالو بليٰ قلب ۾، تيو تغافل تيئن،
محبتي ميهار جي، آئون نهوڙي نينهن،
سرتيون ساهڙ سيئن، هلڻ مون حق ٿيو.

**جي ٿو بيت پاڻئيا** ———————————

شاعر کي صوفياڻي عشق جي راز جي پوري پروڙ هئي. مثال طور، لوچيندڙ روح آخر ۾ وڃيو سراپا عشق ۾ تبديل ٿئي، جيئن شيراز جي "روزبيجان باقيءَ" ٻارهين صدي عيسويءَ ڌاري ڄاڻايو آهي. سندس احساس جو پڙاڏو سسئيءَ جي متعلق اکرن ۾ ٻڌو وڃي ٿو، جڏهن اها بيابان ۾ پنهنجي ورَ جي ڳولا ۾ نڪتي هئي، سُر معذوريءَ ۾ شاهه فرمائي ٿو تہ:

رُڃَن ۾ رڙ ٿي، ڪر سارنگي ساز،
اي عشق جو آواز، ماڻهو رکن منڊ تي.

پر شاهه جي بيتن جون سورميون، مولانا جلال الدين روميءَ جون پوئلڳ پڻ آهن ۽ ڪين پنهنجي معشوق جي تلاش ۾ سفر ڪندي اهڙوئي آزمودو حاصل ٿيو، جنهن لاءِ مولانا رومي مثنويءَ ۾ فرمايو آهي تہ:

تشنگان گر آب جويند از جهان،
آب جويد، بعالِ تشنگان.

فقط اڃايل پاڻيءَ جي تلاش ۾ سرگردان نہ هوندا آهن، پر پاڻيءَ کي پڻ خود اڃايلن جي ڳولا هوندي آهي.

"اندر جنين اُڃ، پاڻي اڃيو ان کي."

هيءَ هڪ فطري امر آهي تہ سنڌ جو هر باشندو رسالي جي انهن حصن سان زياده چاهہ رکي، جيڪي روايتي لوڪ ڪهاڻين ۽ انهن ڏکن ڏاکڙن ۽ مصيبتن جي داستان سان ڀرپور آهن، جي سسئيءَ، سهڻيءَ، مارئيءَ ۽ ٻين عاشقن پنهنجي توڙ نباهڻ خاطر سليون، پر ساڳئي وقت اسان کي اهو پڻ هرگز نہ

وسارڻ گهرجي تہ باقي جيڪي ٻئي قسم جا شاهہ جا بيت آهن ۽ ڪيترن روايتي عناصرن جو مرڪب آهن، سي پڻ شاعريءَ جي ان عروج تي پهتل آهن، جي ڪنهن حد تائين تہ سورمين جي ڊرامائي ڪارنامن ڪان پڻ زياده دلگداز آهن. شاهہ جي فن جو حسين ترين شاهڪار منهنجي خيال مطابق آهي برساتي راڳ يعني سُر سارنگ، اهو موضوع سچل سرمست طرفان پڻ دهرايو ويو آهي، پر انهن بيتن ۾ عشق جي اها گهرائي نہ آهي، جا شاهہ جي بيتن ۾ جهلڪندي رهي ٿي. سورلي پنهنجي هن چوڻ ۾ بلڪل درست آهي تہ:

"سڀ ڪان وڏي ڳالهہ هيءَ آهي جو برسات بنسبت گيتن جو بهترين ۽ شاندار مجموعو هڪ هنڌ ڪٺو ڪيو ويو آهي، جنهن مواد کي "سُر سارنگ" چيو وڃي ٿو. اهي اهڙا بيت آهن، جن ۾ شاهہ لطيف بحيثيت هڪ شاعر جي، شعر جي بين الاقوامي زبان ڳالهائيندي، هڪ چوٽيءَ جي اوچائيءَ تي پهچي وڃي ٿو ۽ ان لحاظ کان هو ڪنهن زمان مڪان يا تنگ نظريي جو قائل هرگز نہ آهي. خوشيءَ جو هڪ مختصر ۽ حسين گيت اُن ماحول لاءِ، جو برسات طفيل وجود ۾ اچي ٿو تہ اهو شيلي (Shelley) لاءِ بدناموسيءَ جو باعث نہ ٿيندو:

موسم جي آمد ٿي چڪي آهي،
خوشگوار گفتگو ۽ سريليْ سنگيت جو آلاپ
ڪوئل جي چٽي پڪار
هاري ميدان کي کيڙڻ لاءِ تيار ڪري ٿو
ٻڪرار ۽ ڳنوار خوشيءَ ۾ آهن.

هائو - هن جو چمڪندڙ اجالو لباس،
منهنجي دوست ڀڪندڙ برسات لاءِ زيب تن ڪيو آهي۔
سورلي طرفان جيڪو شيلي جي عظيم گيت "بادل"
جو حوالو ڏنو ويو آهي، اهو يقيني طور تي حق بجانب آهي:
آئون اُساتيل گلن لاءِ برسات جا تازا وسڪارا آڻيان
ٿو، سمنڊن کان ۽ نهرن کان...

ليڪن سُر سارنگ جو تصور شيلي جي شعر کي شڪست ڏيئي وجي ٿو، ڇاڪاڻ ته منجهس هڪ ته گهري ديني خاصيت آهي، جا ڪلام کي پنهنجو علحدو صحيح مقام بخشي ٿي ۽ ٻيو سبب هي آهي، جو منجهس هندستاني ۽ اسلامي روايتون نهايت سهڻي انداز ۾ مرڪب ڪيون ويون آهن.

اهو هرهڪ انسان، جنهن سنسڪرت جي نظمن کان ويندي هندي ويدانتي ڪلام جو مطالعو ڪيو هوندو، ان کي اها بخوبي ڄاڻ هوندي ته برسات جي مند هڪ اهڙو وقت آهي، جڏهن شاعر ڪنهن ڀيرو نينگري يا عورت جي آلاپ ذريعي عشقيه راڳ دل جي خلوص سان ڳائيندا آهن ۽ وڇوڙي جا ورلاپ دهرائيندا آهن، جيڪي برسات جي خوشگوار مند جي مدنظر بي - موقعي ۽ اڻ - سهائيندڙ محسوس ٿيندا آهن. ڇاڪاڻ ته مينهونڳيءَ جي موسم ۾ قدرت اندر حرارت جي تيزي نمودار ٿئي ٿي ۽ هر هنڌ گل ڦل پسجن ٿا، پکي پکڻ موسيقيءَ جا ڇهڇٽا شروع ڪن ٿا ۽ هرهڪ خوشيءَ لاءِ آرزومند ٿئي ٿو. وڄ جا سرخ پوش چمڪاٽ شاعرن کي شاديءَ جي رات وارن ويس وڳن جو تصور ذهن ۾ آڻين ٿا ۽ ميگهه ديوتا جو قديمي نشان

"بادل" کين هڪ پيغامبر جي ياد تازي ڪرائي ٿو. هندستاني مصورن جي ننڍڙين تصويرن ۾ گھڻو ڪري برساتي منڊ جي راتين جو عجيب وغريب تصور چٽيل آهي. شُڌ ميگھہ ملهار راڳڻين جي روايتي جهلڪ نہ فقط برصغير جي اڻ- ڪٿ لوڪ گيتن ۾ عيان آهي، پر امير خسروءَ جي دهليءَ واري ديوان جي اولين سٽ ۾ پڻ مضمر آهي، جڏهن هو برسات جي موقعيءَ تي وڇوڙي جو شڪوو شڪايت بيان ڪري ٿو:

ابر مي بارد ومن مي شوم از يار جدا،
چون ڪنم دل بہ چنين روز دلدار جدا،
ابر و باران ومن ويار ستاده بہ وداع
من جدا گريہ ڪنان ابر جدا يار جدا.

۽ ساڳئي احساس جو پڙاڏو "باره ماسا" جي گيتن ۾ صدين کان پئي وجي ٿو، جنهن ۾ عشق واري عورت پنهنجي جذبات جو هر ماهہ اهڙي نموني اظهار ڪري ٿي، جيڪو صوفياڻي تفسير مطابق آهي، جنهن ۾ هڪ تڙپندڙ روح جو پنهنجي ازلي محبوب جي ناز نخرن ڪي موسمن جي مختلف مزاج وارن پهلوئن سان تشبيهہ ڏئي ٿو. سنڌي ۽ پنجابي لوڪ گيتن جا اهي مثال، جي مينهن سان مخصوص گيتن ۾ شمار تين تا، بيشمار آهن ۽ ان ڪري هن ڳالهہ ۾ زياده عجب جي ڪا گنجائش نہ آهي تہ شاهہ عبداللطيف جي پايي جي شاعر انهيءَ قسم جي روايتن تي پروسو ڪيو هجي.

پر تصوف جو تصور، جيڪو اسلامي نکتہ نظر کان آهي، ان جي مدنظر برسات جي علامت اڃان بہ زياد اهميت

جي تو بيت پائيا ——————

رڪندڙ آهي. قرآن ڪريم جي موقف کان شروع ٿيندي، بغداد جي اوائلي صوفياءَ ڪرام ٿائين، خدا جي برسات ايمان وارن ۽ ڪافرن جي دلين ڏانهنَ جدا جدا مقصدن جي مدنظر نازل ڪئي وڃي ٿي، يا ته سندن قلوب واري باغ کي رحمت سان باغ بهار ڪرڻ ۽ مٿن خوشيءَ جي گلن جي ورڪا ڪرڻ ۽ ڪين محبت ۽ مهر جي ميون سان مالا مال ڪرڻ خاطر يا وري روح جي ڪڙڪن ۽ الاهي آفت جي وسڪارن ذريعي سندن بدڪاريءَ جي ڪندن کي تباهه ڪرڻ جي مقصد لاءِ . دل جي باغ وارو نظريو ايران جي صوفي شعراءَ ڪرام جو دل گهريو موضوع پئي رهيو آهي. مولانا جلال الدين روميءَ وارو ديوان برسات جي تصور سان ڀريل آهي. هو انهيءَ برسات جي ساراهه ڪري ٿو، جا سياري جي آخر ڌاري وسي ٿي، جنهن باعث هن مادي دنيا جي برفاني زمين نيست نابود ٿي غائب ٿي وڃي ٿي، جنهن ڪري وڻ ٽڻ غفلت جي ننڊ مان بيدار ٿين ٿا ۽ ڪين برسات جي طفيل نهايت حسين بهشتي ۽ ساوا غلاف حاصل ٿين ٿا ۽ اهوئي برسات ۽ روشنيءَ جو معجزو آهي، جنهن سان هر باغ هن زمين تي هڪ سچي پچي بهشت ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو.

ساڳيءَ ريت عاشق جون اوڇنگارون، محبوب جي مُرڪ واري جلوي جو ڪارڻ ٿين ٿيون، جنهن لطف ۽ ڪرم جي طفيل هڪ عاشق جي اجڙيل دل اندر هزارها باغ باغيچا ٽڙن ٿا. عاشق ۽ برسات وارو آسمان ٻئي هڪ آچار آهن ۽ سندن روح راڙو روحاني ميون ۽ زمين جي حقيقي گلن جي ٽڙڻ لاءِ ازحد ضروري آهي.

جي تو بيت ٻانئيا ————————

اسان مان هرهڪ، جو قرآن پاڪ ڄاڻندڙ آهي، سو تحقيق اهي وسيع تر حوالا فورن سڃاڻي سگهندو ۽ انهن جي ئي مدنظر برسات جو تصور سمجهه ۾ اچڻ گهرجي. ڇا قرآن ڪريم ۾ انهن هوائن جو ذڪر نہ آهي، جيڪي برساتي ڪڪرن کي خداتعاليٰ جي رحم و ڪرم جي علامتن طور آڻين ٿيون؟ ٻين لفظن ۾ سندس ابر رحمت آهن؟ (سوره 7/57). اڄ ڏينهن سوڏو انا طوليا جا دهقاني ماڻهو، ڪنهن بہ مهمان کان حال احوال وٺندي، اهو ضرور پڇندا آهن تہ آيا اوهان جي شهر ۾ رحمت وٺي آهي؟ هتي رحمت مان مفهوم "برسات" آهي. دراصل اسلامي روايتن جي دائري کان ٻاهر پڻ هر صاحب نظر هي بخوبي وسهي سگهندو تہ برسات جو تصور گهڻو ڪري بطور رحم جي علامت جي پيش ڪيو ويو آهي:

ٻاجهہ جي وصف کي
ڇڪ تاڻ جي کھڙي ضرورت
اها تہ ائين نازل ٿيندي آهي
جيئن آسمان مان برسات
ان جڳهہ مٿان، جا هيٺانهينءَ تي آهي –

شيڪسپيئر

پر انهيءَ قرآن حڪيم، جنهن ۾ برسات جي ڪڪر کي الله پاڪ جي رحمت سان تشبيهہ ڏني ويئي آهي، تنهن ۾ حضرت محمد صلعم جن کي "رحمت العالمين" سڏيو ويو آهي. يعني سيني جهانن جي رحمت. (سوره 21/107). هڪ مذهبي پيشوا ۽ ان رحمت جي خوشخبري، جا هو زمين تي آڻي ٿو،

انهن ٻنهي درميان جيڪو رشتو يا تعلق آهي، تنهن جي ڄاڻ ان ڪان بہ اڳين وقت ۾ ضروري هئي.

سڌارما پنڊارڪا جي هڪ طويل داستان ۾ ٻڌ ڌرم طرفان سڌارت (ڀڳوان ٻڌ) کي "ٻاجهاري برساتي بادل" سان تشبيهہ ڏني ويئي آهي. ساڳيءَ طرح وچين صديءَ (5 کان 10 صدي) جي هڪ جرمن ڪليسا جي هڪ خوش آمديد نوعيت واري گيت ۾ يسوع مسيح کي التجا ڪئي وڃي ٿي تہ، "آسمان جو پردو چاڪ ڪري، آسمان کان زمين طرف هڪ ٻاجهاري پاڻيءَ جي روپ ۾ هيٺ اچ."

اهڙيءَ طرح هڪ مسلمان لاءِ پيغمبر دين ۽ سندس زندگيءَ طفيل عطا ٿيل وصفون، سندس تيز فهم پيغام ۽ برساتي بادل وچ ۾ جيڪي تعلقات موجود آهن، سي قائم ڪرڻ ۽ وسهڻ آسان آهن. صوفياءِ ڪرام طرفان تہ "پيغمبر صلعم" ۽ "ابر رحمت" جو لاڳاپو بلڪل شروعات ۾ ئي استعمال ڪيو ويو هو. شاهہ عبداللطيف تہ انهن روايتن سان مڪمل طور موافقت ۾ آهي. جڏهن هو قدرت کي هيئن بيان ڪندي تہ جڏهن ڪيس ڪاري برساتي ڪڪر کان آسماني امداد حاصل ٿئي ٿي، يڪدم ڦيرو ڪائي حضرت محمد صلعم جن ڏانهن رجوع ٿي مخاطب ٿئي ٿو، جنهن ۾ پڻ اهي ئي ساڳيون زندگي بخشيندڙ خوبيون سراپا موجود آهن. انهيءَ سلسلي ۾ اسان کي مرزا غالب جي حضور پاڪ جي شان ۾ لکيل مثنويءَ جو عنوان ذهن ۾ رکڻ گهرجي، جيڪو آهي "ابرِ گهربار" يعني "موتي ڏيوئيندڙ ڪڪر."

پيغمبر پاڪ جي يقين ڪامل سان انتهائي تعظيم، جيڪا شاهه جي بيتن ۾ جابجا عيان آهي، مون کي اهو هڪ بلڪل فطري آمر ڏسجڻ ۾ اچي ٿو. ڇاڪاڻ ته اهڙي روايت جي ان اولين عظيم صوفي مفڪر ۽ شاعر طرفان ابتدا ڪئي ويئي هئي، جنهن حضور پاڪ جي صوفيانا تعظيم جو اظهار پنهنجي پرجوش ۽ پرخلوص گيتن ۾ ڪيو هو. اهو هو "منصور حلاج". جيئن ته عام مشهور آهي ته منصور حلاج گجرات کان وچ ايشيا طرف رخ رکندي، سنه 905ع ڌاري، سنڌ ۾ گهمندو رهيو ۽ سندس اسم "عشق اعظم منصور" واحد نالو آهي، جو سنڌي صوفيانا لوڪ شاعريءَ ۾ بطور صوفيانا عشق جي علامت جي، هر شاعر طرفان بيشمار دفعا اظهار ڪيو ويو آهي، جن ۾ شاهه عبداللطيف معرفت سندس خاص مسلڪ تي هلندڙ سچل کان ويندي لغاري خاندان جي شاعرن تائين، بيدل روهڙيءَ وارو ۽ ٻيا ڪيترا اهڙا شاعر اچي وڃن ٿا، جيڪي گهٽي قدر مشهور نه آهن. اهو ساڳيو منصور حلاج هو، جنهن پيغمبر اسلام جي حمد و ثنا بلڪل ساڳئي تصور ۽ انداز ۾ ڪئي، جيئن شاهه عبداللطيف طرفان سندس "تعيش شراب" ۾ ڪيل آهي. الحلاج جي ڪتاب "ڪتاب اتواسين" ۾، جيڪو ۹۱۴ع کان ۹۲۰ع ڌاري لکيو ويو، اسان کي هي نظر اچي ٿو ته:

"سندن مٿان بادل، تجلي ۽ وچ جا چمڪاٽ
۽ سندن زيرپا پڻ ڪنوڻ جنهن شعاع تي ڪيو
۽ چمڪي ٿي
۽ گهم ۽ ميون جي وجود ۾ اچڻ جو باعث بڻي .

---

جي تو بيت ڀانئيا

سپ سائنسي علوم سندن مهاساگر جو
هڪ قطرو آهن،
جيڪي ڪجهه سياڻپ ۽ ڏاهپ وجود ۾ آهي
سا سندس دانائيءَ جي درياءَ مان
فقط هڪ ڦڪ وانگر آهي.
جي به زمانا يا ايام آهن.
سي سندس اٿاهه وقت مان هڪ ڪلاڪ مس آهن."

اهو ڏسي انساني دل نهايت مرغوب ٿئي ٿي ته پيغمبر پاڪ جي اهڙي ثنا بعد، ان ملڪ جي شاعرن طرفان سندس سوين بيتن ۾ ساڳي ثنا جو اظهار ڪيو ويو. جنهن ملڪ ۾ الحلاج ڪنهن زماني ۾ جهر جهنگ ۽ جبل انهيءَ لاءِ جهاڳيندو رهيو ته جيئن الله جا ٻانها پنهنجي حقيقي خالق ڏانهن رجوع ٿين.

برسات ۽ پيغمبر، ٻئي الله پاڪ جي لطف ۽ ڪرم جا نمائندا آهن ۽ اها الاهي ٻاجهه آهي، جنهن کي اڪثر "آبِ حيات" جي علامت چيو وڃي ٿو. ليڪن برسات خشڪ علائقن ۾ نه فقط هلڪي ۽ جهڪي ٿيندي آهي، پر ساڳئي وقت نهايت غلبي واري پڻ ٿيندي آهي (جيئن بغداد جي اوائلي صوفياءَ ڪرام کي اهڙين چشم ديد حالتن جي ڄاڻ هئي) ۽ اهڙي وهڪري جي طاقت جو پورو اندازو تڏهن ٿي سگهندو آهي، جڏهن پاڻي نيٺ جي صورت ۾ اچي راهه ۾ ايندڙ هرهڪ چيز کي پنهنجي وهڪري ۾ آڻي گهليندو رهندو آهي. بلڪل ساڳيءَ ريت، پيغمبرانه تحرڪ، ڪمزور ۽ ڪومايل روحن ۽ وسوسي وارين دلين جي ڪن ڪچري کي ضايع ڪري ٿو. ان لاءِ ته جيئن

ڪين عبادت جي واحد وهڪري ۾ آڻي اجرو ڪيو وڃي. اهوئي سبب آهي جو صوفي روايتن جي شاعرن بعض اوقات پيغمبرانه ڪارگذارين کي هڪ درياءَ سان ڀيٽ ڪئي آهي، جو پنهنجي وهڪري ۾ نديون، نهرون ۽ نيون سمائيندو، اڻاهه حيثيت ۾ اچيو خالق اڪبر جي مهاساگر ۾ بمثل هڪ بخملي بادل جي چوڙ ڪري جتان سندس شروعات ٿي هئي. هن نظريي جو هڪ انتهائي غيرمعمولي شاعرانه اظهار، جيڪو مفهوم روميءَ پڻ ڪتب آندو آهي، اسان جي جرمن شاعر گوئٽي پنهنجي هڪ شعر (موحميتس گيسانگ) ۾ بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ هو پيغمبر جي ان طريقڪار کي ڳائي ٿو، جيڪو انهيءَ آهستي واڌ ڪندڙ هڪ درياءَ جو تصور آهي، جنْ ننڍين نهرن کي پنهنجيءَ هنج ۾ سمايو، اڻاهه موڄ ۽ مستيءَ ۾ اچي ٿو ۽ سيني کي ساڻ ڪري ڪثرت جي مهراڻ کي رسي ٿو. دراصل اهوئي جرمن نظم هو، جنهن کان متاثر ٿي علامه محمد اقبال "پيغام مشرق" ۾ پنهنجو فارسي شعر "درياءَ" لکيو هو.

اهي جملي احساس ۽ رجحان، غيرشعوري طور، شاهه لطيف جي سر سارنگ ۾ اڪين پسجن ٿا.

شاعرانه عڪاسي ۽ مصوريءَ کان، جنهن جو مٽ يا مثل اسلامي زبانن جي اعليٰ نظمن ۾ ملڻ مشڪل آهي.

هو پيغمبر پاڪ ڏانهن سندس شافع هئڻ جي حيثيت ۾ رجوع ٿئي ٿو جو ڏينهن قيامر جي بطور شفيع جي نروار ٿيندو، جتي سندس شفاعت انهيءَ مان عيان ٿيندي جو پنهنجي امت کي لوح

جي ٿو بيت پانئيا ———

ڪرسي وٺ ويجهو آڻي بيهاريندو ۽ الله تبارڪ تعاليٰ پنهنجي محبوب جي سڪ صدقي سموري امت جي بخشش ڪندو:

منهنجي سيد سار لهندو، مون کي آهہ اميد الله ۾،
مهت ڏيندس مولو ،اُت بديون بخشائيندو.

حضرت محمد صلعم جي شافع هئڻ واري خيال ڪروڙين ماڻهن کي تسڪين بخشي آهي، جن ماڻهن حضور پاڪ سان فقط الفت ۽ عقيدت رکي. ڇاڪاڻ تہ حضور صلعم جن، مثل برسات جي، پاڻ الله پاڪ جي بخشش ۽ رحمت جي علامت هئا. جيتوڻيڪ اهي محبت رکندڙ ماڻهو تصوف جي انهيءَ اونهي اسرار ۽ فڪر کان بلڪل بي- خبر هئا. جيڪي راز ۽ رمزون چند صوفياءِ ڪرام طرفان حضور صلعم جن ڏانهن منسوب ڪيون ٿي ويون.

هڪ دفعو وري بہ شاهہ لطيف، برساتي مُند جي انهن بهارين ۽ نظارن جي عڪاسيءَ ڏانهن رجوع ٿئي ٿو، جي ورثي ۾ مليل رسمن ۽ روايتن جي موافقت ۾ آهن. جيستائين وري هو پنهنجي اٿاهہ عشق کان متاثر ٿي اهڙو شعر منظوم ڪري ٿو، جنهن کي اسين سنڌي ٻوليءَ جو اولين جاگرافيائي شعر چئي سگهون ٿا، ۽ اِن شعر ۾ ڪيترن اهڙن علائقن جو ذڪر آهي جتي ابر رحمت پهچي ٿو. اهو عالم آشڪار آهي تہ اهڙي انداز ۾ جڳهين ۽ هنڌن جا نالا بيان ڪرڻ جو طريقو (۽ گهڻو ڪري "الف ب" جي ساڳئي اکر سان شروعات ڪرڻ) شاهہ کان ڪجهہ عرصو پوءِ نهايت مقبول عام ٿي ويو، ۽ نہ فقط حضور پاڪ صلعم جن ڏانهن منسوب ڪيل مولودن ۽ نعتن ۾ پر شاهہ

عبدالقادر جيلانيءَ جي شانَ ۾ پڻ چيل بهترين اشعارن ۾ بہ اهو طريقو استعمال ڪيو ويو. شاهہ عبداللطيف ابر رحمت ڪي اڪئين پسي ٿو، جنهن جي مهر سبب سمورا وڇوڙا ختم ٿي ويندا ۽ جنهن باعث خشڪ لب وري مشڪندا ۽ ڪوماٽيل دليون وري هڪوار ٽڙنديون. ۽ هو رحمت جي ڪڪر جو سموري اسلامي دنيا مٿان ڦهلاءُ ڏسي ٿو، جنهن جي طفيل روم ۽ چين تي امله عنايتن جو وسڪارو ٿئي ٿو. ساڳيءَ ريت استنبول ۽ سمرقند، دهلي ۽ جيسلمير، گرنار ۽ بيڪانير تي مهر جو مينهن وسي ٿو ۽ اڳيرو هلندي اهو ڪڪر سندس وطن جي ويجهو اچي ٿو:

موٽي ماندائن جي، واري ڪيائين وار،
وڄون وسڻ آئيون، چوڏس ۽ چوڌار،
ڪي اٿي ويون استنبول ڏي، ڪي منٿيون مغرب پار،
ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمرقندين سار،
ڪي رمي ويون روم تي، ڪي ڪابل ڪي قنڌار،
ڪي دهلي ڪي دکن، ڪي گڙن مٿان گرنار،
ڪنين جنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير بڪار،
ڪنهين ڀڄ ڀڄائيو، ڪنهين ڍٽ مٿي ڍار،
ڪن اچي عمرڪوٽ تان، وسايا ولهار،

اها حقيقت آهي تہ شاهہ صاحب انهيءَ پيغمبري روايت جو سراپا قائل هو تہ "حب الوطن من الايمان" يعني پنهنجي وطن جي حب ايمان جو حصو آهي (جيئن سندس سورميون، مثل مارئيءَ جي، هن نڪتہ نگاهہ کان بي نظير نمونو هيون) ۽ انهيءَ

باعث شاهہ توقع رکي ٿو تہ ابر رحمت جو مرڪز سندس محبوب وطن تي نازل ٿيندو. جنهن لاءِ هو دعا جا هٿ کڻي ٿو ۽ جنهن دعا لاءِ اسين اها اميد رکون ٿا تہ هميشہ اگهامندي رهندي تہ "سنڌ ۽ سموري دنيا تي، جتي جتي ابر رحمت جي درڪار آهي، الاهي ٻاجهہ وسندي رهندي."

سائينم! سدائين، ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار! عالم سڀ آباد ڪرين.

**(سنڌيڪار: علي احمد بروهي)**

جي ٽوبيت ڀاڱيا

نورالدين سرڪي

نئين سنڌ

# The quality never changes

The main province of Latif in which he dwells, is Beauty. His essence is so well established, that it governs his personality completely, even when it become dual for a time at adolescence.

It is therefore, that every creation of his, represents a portion of his life, and at the end all his creations are found integrated in one organic whole, as was his own life.

The integration is so organic that it governs his life, his point of view, his stand and his art creation. All the outcome, as we said, of his 'essence' being the uppermost factor in his life. As the childhood's works of Mozart are distinctly Mozartian, so are latif's at all stages of his life.

No one can mistake the first and the last line as being those of Latif. The quality never changes. The evolution of form and technique, as is usual in an ordinary artist, has never been gone through.

**Allama I.I. Kazi**

نئين سنڌ

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪـوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِـڪَـبِئـي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجھہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيکي بہ ڪٽين، جيکي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)